فَبِأَيِّ حَدِيثٍ بَعدَ اللّٰهِ وَآيَاتِهٖ يُؤمِنُون (45-6)

(مفهوم) الله جي حديثن ۽ آيتن کي ڇڏي پوءِ ڪهڙين حديثن ۽ آيتن تي ايمان آڻيندا؟

(محمد جمن ڪنير ۽ ان جي همنوائن طرفان منهنجي طرفان هدايت لاءِ قرآن کي وحدهٔ لاشريڪ ڪتاب مڃڻ خلاف لکيل ڪتاب جو جواب)

---

عدالت حج ۾ پهچي پنهنجا فائدا اکين سان پاڻ پسو. (28_27_22)

تصنيف

عزيز الله بوهيو

سنڌ ساگر اڪيڊمي

پوسٽ آفيس ڳوٺ خير محمد بوهيو براستہ نوشهرو فيروز سنڌ

## الله تعاليٰ جي ذميواري؟

رب پاڪ انسان ذات جي هدايت لاءِ پنهنجي ڪتاب قرآن ڪي مڪمل تفصيل سان کولي کولي بيان ڪيو آهي (11-1) ۽ اهڙي طرح تہ سمجهايو اٿس جو قرآن فهميءَ لاءِ ڪنهن بہ غير قرآني علمي ذريعن جي محتاجي نہ رهي حوالي لاءِ پڙهندا. (19-18-17-16-75) (114-20) (118-3). (17-57).

## نبي عليہ السلام جي ذميواري؟

رب تعاليٰ نبي عليہ السلام ڪي پابند بنايو آهي تہ فَذَكِّرْ بِالْقُرْآنِ مَن يَخَافُ وَعِيدِ(45-50) يعني نصيحتون ۽ قانون صرف قرآن منجهان پيش ڪر انهن ڪي جيڪي الله جي وارننگ کان ڊڄندا هجن ۽ پنهنجي طرفان قرآن کان سواءِ ڪا بہ حديث ناهي ماڻهن کي نہ ٻڌا (46-45-44-69) انڪري جو جناب رسول عليہ السلام جون ڪل بشير ۽ نذير طريقي مطابق بہ عدد ڊيوٽيون آهن هڪڙي وَمَا عَلَى الرَّسُولِ إِلَّا الْبَلَاغُ الْمُبِينُ(54-24) يعني رسول عليہ السلام جي ذمي هڪ تہ قرآن مبين پهچائڻ آهي ٻي ذميواري آهي تہ إِنَّا أَنزَلْنَا إِلَيْكَ الْكِتَابَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ بِمَا أَرَاكَ اللَّهُ وَلَا تَكُن لِّلْخَائِنِينَ خَصِيمًا(105-4) خلاصو اي نبي! عليڪ السلام اسان تو مٿان حق وارو ڪتاب نازل ڪيو آهي هن لاءِ تہ تون حڪومت ڪرين ماڻهن ۾ قرآني بصيرت سان جيئن تہ دنيا وارن تي ثابت ٿئي تہ قرآن جا قانون عمل ۾ اچڻ جوڳا آهن مشڪل ۽ ناممڪن العمل ناهن (105-4)

## انسانن جي ذميواري؟

سڀ جن ۽ انسان هن واسطي پيدا ڪيا ويا آهن تہ هو الله جا ٻانها ۽ نوڪر ٿي رهن (56-5) الله جي ٻانهپ جا قانون قرآن منجهان سکڻ لاءِ سيمينار ۽ مذاڪراتي اجلاس قائم ڪن (27-39) جن ۾ قرآني استدلال تي غور فڪر ۽ تدبر ڪن (24-47) (219-2) (226-2) اهڙن ميڙاڪن ۾ جيڪو ڪيڙي سو ڪائي (39-53) جنهن سان معاشي ۽ سماجي برابري جو فلسفو سمجهہ اچي ۽ قائم ٿئي (10-41).

فَبِأَيِّ حَدِيثٍ بَعْدَ اللَّهِ وَآيَاتِهِ يُؤْمِنُونَ (6-45)

(مفهوم) الله جي حديثن ۽ آيتن کي ڇڏي پوءِ ڪهڙين حديثن ۽ آيتن تي ايمان آڻيندا؟

(محمد جمن ڪنير ۽ ان جي همنوائن طرفان منهنجي طرفان هدايت لاءِ قرآن کي وحدهٗ لاشريڪ ڪتاب مڃڻ خلاف لکيل ڪتاب جو جواب)

عدالت حج ۾ پهچي پنهنجا فائدا اکين سان پاڻ پسو. (28_27_22)

تصنيف

**عزيز الله ٻوهيو**

**سنڌ ساگر اڪيڊمي**

پوسٽ آفيس ڳوٺ خير محمد ٻوهيو براستہ نوشهروفيروز سنڌ

| | | |
|---|---|---|
| کتاب جو نالو | : | * فتنه انڪار قرآن ڪيئن ۽ ڪڏهن<br>* حج جا مسئلا قرآن جي روشنيءَ ۾ |
| مصنف | : | عزيز الله ٻوهيو |
| ڇاپو پهريون | : | 2016ع |
| ڇپائيندڙ | : | سنڌ ساگر اڪيڊمي، نوشهروفيروز سنڌ |
| قيمت | : | -/200 (ٻه سؤ رپيا) |


# ارپنا

آئون پنهنجو هيءُ پورهيو ارپيان ٿو الله جي نازل ڪيل الڪتاب

**قرآن**

جي طرف جيڪو سادا چوڏهن سؤ سالن کان دشمنن جي مقابلي ۾
اونچي ڳاٽ سان "اچي ڪوئي مقابلي ۾" جي للڪار سان اهلِ
باطل کي چئلينج ڪندو رهي ٿو.

— عزيز الله ٻوهيو

# مهاڳ

## فتنہ انڪار قرآن

الحمدلله وحده والصلوة والسلام علي من لانبي بعده

**دين جي قانونن لاءِ علم حديث ڪهڙو آهي؟**

فرمان ربي آهي تہ اللهُ نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ كِتَابًا مُّتَشَابِهًا مَّثَانِيَ تَقْشَعِرُّ مِنْهُ جُلُودُ الَّذِينَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ ثُمَّ تَلِينُ جُلُودُهُمْ وَقُلُوبُهُمْ إِلَىٰ ذِكْرِ اللهِ ذَٰلِكَ هُدَى اللهِ يَهْدِي بِهِ مَن يَشَاءُ وَمَن يُضْلِلِ اللهُ فَمَا لَهُ مِنْ هَادٍ (23-39) **مفهوم: الله** نهايت سين ڪان وڏيڪ سهڻين حديثن وارو ڪتاب قرآن نازل ڪيو آهي جنهن جون حديثون پاڻ ۾ ملندڙ جلندڙ آهن جن جي پڙهڻ سان رب پاڪ جو خوف رکڻ وارن ماڻهن جا لڱ ڪاندارجي وڃن ٿا جنهن سان انهن جو بدن ۽ دليون نرم ٿيو پون عمل ڪرڻ لاءِ الله جي قانون (29-45) طرف اها الله جي هدايت آهي ان لاءِ جنهن ڪي ان جو قانون مشيت لائق سمجهي ۽ جنهن ڪي ان جو قانون مشيت گمراهہ قرار ڏئي تہ ان ڪي ڪوئي هدايت ڏيڻ وارو ناهي.

محترم پڙهندڙ پيائرو! هن آيت ڪريمہ نهايت کولي سمجهائي ڏنو تہ دنيا ۾ ڪيترن ئي شخصيتن جون ڳالهيون هونديون حديثون هونديون پر هي حقيقت ياد رهي تہ الله جون بہ حديثون آهن قرآن جي آيتن جي صورت ۾ (6-45) جيڪي احسن الحديث يعني سين ڪان وڏيڪ سهڻيون حديثون آهن جيڪڏهن اوهان پنهنجا معاشي ۽ معاشرتي قانون قرآني حديثن مطابق نہ هلايا تہ ياد رکجو اللهُ لَا إِلَٰهَ إِلَّا هُوَ لَيَجْمَعَنَّكُمْ إِلَىٰ يَوْمِ

الْقِيَامَةِ لَا رَيْبَ فِيهِ وَمَنْ أَصْدَقُ مِنَ اللَّهِ حَدِيثًا (87-4) (مفهوم) الله جي
هستيءَ کان متي دنيا ۾ ڪابہ اهڙي طاقتور اٿارٽي ناهي اهو
ضرور اوهانکي ميڙي چونڊي گڏ ڪندو قيامت ڏينهن تائين،
جنهن ۾ ڪوبہ شڪ ناهي پوءِ خبرون پونديون تہ الله جي
سهڻين ۽ سچين حديثن جي مقابلي ۾ ڪير وڌيڪ سچو آهي
حديثون پيش ڪرڻ ۾.

## جناب خاتم الانبياء عليہ السلام مٿان پنهنجي طرفان دين جي حوالي سان حديثون جاري ڪرڻ تي بندش

فَتَعَالَى اللَّهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ وَلَا تَعْجَلْ بِالْقُرْآنِ مِن قَبْلِ أَن يُقْضَىٰ إِلَيْكَ وَحْيُهُ
وَقُل رَّبِّ زِدْنِي عِلْمًا (114-20) مفهوم: پوءِ بلند آهي الله جيڪو حق
وارو باد شاهہ آهي. تون (اي محمد سلام عليڪ) تڪڙ نہ ڪر
(مسئلي ٻڌائڻ ۾) قرآن جي مقابلي ۾ اڳ ۾ ان ڪان جو
(سوال ڪيل معاملي ۾) ان جي جواب بابت وحي پورو نہ
ڪيو وڃي (جيڪڏهن الله طرفان اجا وحي وارو جواب نہ مليو
هجي تہ تون مطالبو ڪر) تہ اي رب منهنجا وڌاءِ تون منهنجي
علم کي.

محترم قارئين! اميد تہ جناب رسول عليہ السلام جن
مٿان معاملات دين ۾ پنهنجي طرفان حديثون بيان ڪرڻ تي
الله جي طرفان لاڳو ڪيل بندش جي حڪم کي سمجهي ويا
هوندا پر جي اجا بہ تسلي نہ ٿي هجي تہ قرآن حڪيم وڌيڪ
بندش جو ٻيو بہ حڪم ڏنو آهي ان تي غور فرمائيندا!

وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ الْأَقَاوِيلِ. لَأَخَذْنَا مِنْهُ بِالْيَمِينِ. ثُمَّ لَقَطَعْنَا مِنْهُ الْوَتِينَ
(69-44،45-46) مفهوم: جيڪڏهن هي رسول پنهنجي طرفان





ناهي اسان جي معاملي ۾ ڪابہ حديث (ياگفتگو) تہ وٺنداسين
ان کي طاقت سان پوءِ ان جي ساهہ ڪٽڻ جي رڳ ٿي ڪاٽي
ڇڏينداسين (يعني غير قرآني حديث ٻڌائڻ سبب ان جو ساهہ
ٿي ڪڍي ڇڏينداسين منهنجو يقين آهي تہ جناب خاتم الانبياء
عليہ السلام جن رب تعالى طرفان اهڙي حڪم ڪانپوءِ پنهنجي
طرفان حديثون ناهي ٻڌائڻ تي بندش واري حڪم جي پوري
پوري اطاعت ڪئي آهي ۽ جيڪڏهن (بقول امامي علوم وارن
روايت پرستن جي) نبي سائين جن هزارين يا لکين هنن
واريون حديثون بيان ڪيون هجن ها تہ پڪ سان رب تعالى
پنهنجي وارننگ (46-45-44-69) تي ضرور عمل ڪري ها ۽
جناب رسول جي وفات جو سبب ساهہ جي رڳ ڪٽجي وڃڻ
ٿئي ها جيڪا اهڙي نوبت الله جي فضل سان ڪانہ آئي ۽
جناب نبي عليہ السلام جن الله جي طرفان حديثن جاري ڪرڻ
واري بندش تي پورو پورو عمل ڪندي پنهنجي طرفان هڪ بہ
حديث ماڻهن کي پنهنجي اصحابي ساٿين کي ڪانہ ٻڌائي آهي
ان ڪري جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جي حوالي سان
حديثن وارا سڀ دفتر انهيءَ آيت ڪريمہ جي حوالي سان
ڪوڙا ثابت ٿيا جناب رسول عليہ السلام جي باري ۾ عام
ماڻهن جي اندر اهو مشهور ڪرڻ تہ ان الله عزوجل طرفان
حديثن ٻڌائڻ تي بندش باوجود بہ حديثون ٻڌايون آهن انهن لاءِ
رب پاڪ جو اعلان آهي ۽ پنهنجي پياري نبي سلام عليہ کي
هيءَ تسلي ڏنل آهي تہ فَذَرْنِي وَمَن يُكَذِّبُ بِهَٰذَا الْحَدِيثِ سَنَسْتَدْرِجُهُم مِّنْ
حَيْثُ لَا يَعْلَمُونَ (68-44) مفهوم يعني (اي محمد عليڪ السلام) يا

اي مخاطب قرآن تون ڇڏ مون کي ۽ انهن کي جيڪي (هن قرآني) علم حديث کي ڪوڙو ٿا سمجهن اسان انهن کي ائين نہ ڏاکي ڏاکي درجي بدرجي پڪڙينداسين جو خبر ئي نہ پوندن.

منهنجي خيال ۾ الله جي اهڙي استدراج تي شيخ سعديءَ جو هي بيت پورو ٿو اچي تہ:

تومشو مغرور برحلم خدا
دير گير دسخت گيرد مرترا

## اتحاد ثلاثہ وارن جي اصل سازش؟

انهيءَ تناظر ۾ دنيا جي فرعونن قارونن مترفين هامانن جي باقيات طرفان اسلامي انقلاب خلاف قديمي ۽ عالمي مذهبي پيشوائيت جي علمي مدد سان هانوڏاريندڙ سازشن جي بہ پنهنجي پڙهندڙن کي ڄاڻ ڏيان تہ اها حقيقت موضوع مطابق ٿيندي تہ جيڪا حڪومت جناب رسالت مآب خاتم الانبياءَ عليہ السلام طرفان مدينة المنوره ۾ هجرت ڪري پهچڻ سان شروع ٿي ۽ سن 133 هجري تائين پنهنجي آب وتاب سان مڪمل قرآن حڪيم جي سمجهايل آئين ۽ قانون مطابق روان دوان رهي تہ ان کي سبو تاج ۽ برباد ڪرڻ لاءِ اهل ڪتاب جي ٿنڪ ٿينڪ وارن ٿورروئي جلد فتح ٿيندڙ روم ۽ فارس جي مفتوح دانشورن سان گڏ جي اسڪيم ٺاهي تہ اسلامي انقلاب جو اصل ۽ بنياد جيڪو امت مسلمہ جي





ڪاميابي جو سبب آهي اها فتح انهن کي مليل ڪتاب قرآن جي تعليم منجهان ملي آهي ۽ اهو ڪتاب جيئن تہ سڌو سنئون الله جي حفاظت ۾ محفوظ بہ آهي جنهن جي متن سان هٿ چراند ڪرڻ ڏاڍي ڏکي ڳالهہ آهي ۽ محال بہ آهي انڪري مسلم امت کي ختم ڪرڻ لاءِ ڪئي سارا حيلا ڪرڻا پوندا جن سين حيلن جو پهريون بنياد دنيا وارن کان بالعموم ۽ مسلم امت وارن کان بالخصوص ڪتاب قرآن کسڻ ۾ ئي ٿي سگهندو ۽ انهيءَ کسڻ جي هڪ ڪامياب چال هي آهي تہ قرآن جي انقلابي ۽ انسان دوست اصلاحي اصطلاحي لفظن جون معناؤن ۽ مفهوم بگاڙي ڇڏجن جنهن لاءِ اسلام جي باني اڳواڻ جي نالي تي هڪ علم ٺاهجي ان علم کي احاديث رسول جو نالو ڏجي ۽ ان علم وارين حديثن ذريعي قرآني اصطلاحن جي انقلابي معنائن ۽ مفهومن کي بگاڙي ڇڏجي جنهن لاءِ لاڳاپيل آيتن جي نازل ٿيڻ لاءِ سبب ۽ پس منظر ٺاهڻ لاءِ شان نزول جي نالي سان هٿ ٺوڪيا قصا ۽ ڪهاڻيون ٺاهجن پوءِ جعلي حديثن ذريعي قرآن جي لفظن ۽ انهن جي معنائن کي سمجهڻ لاءِ انهن من گهڙت شان نزول وارين ڪهاڻين جي تابع بڻائي ڇڏجي. جيئن انهيءَ حرفت سان قرآن جي عمومي مفهوم ۽ رينج کي شان نزول جي قصن ۾ بند رکي ڇڏجي، آئون بار بار هت علم حديث جي روايتن ۽ قصن کي جعلي ۽ من گهڙت جي لفظن سان ان ڪري پيو لکان ٿو

جو جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام کي تہ رب پاڪ پنهنجي طرفان دين جي قانونن ٻڌائڻ لاءِ حديثون بيان ڪرڻ ۽ ٻڌائڻ مٿان بندش وجهي ڇڏي آهي تہ جيڪڏهن ماڻهن جي سوال پڇڻ ڪانپوءِ بہ قرآن ۾ ان سوال جو جواب نہ هجي تہ قرآن ٻدران تون پنهنجي طرفان جواب نہ ٻڌائجانءِ بلڪ مون الله کان مطالبو ڪجان تہ آئون تنهنجي علم وڌائڻ لاءِ گهربل جواب تنهنجي طرف وحي ڪيان پوءِ تون ماڻهن کي ان مان جواب ڏجانءِ (20-114) (45-50) جيڪڏهن تو قرآن ٻدران پنهنجي طرفان ڪابہ حديث ناهي ماڻهن کي ٻڌائي تہ اسان توکي طاقت سان پڪڙي تنهنجي ساھ ڪٽڻ واري تنهنجي رڳ ئي ڪاٽي ڇڏينداسون، پڙهي ڏسندا سورت الحاقہ 69 آيت نمبر (45-46) عالمي سامراج ۽ انهنجي پاڙيتو مذهبي پيشوائيت پوءِ جيڪو قرآن ۾ معنوي تحريفن جي وٺ پچان ڪئي آهي انتي تمام وڏو ڪتاب جڙي سگهي تو، پوءِ انهن جڙتو علم حديث ذريعي پڙهندڙن مٿان هي اثر وجهڻ جا حيلا ڪيا تہ رسول جا ساٿي سڀ پاڻ ۾ وڙهيل هوا جنهن ڪري اهڙن پاڻ ۾ وڙهيل ساٿين سان نبي ايڏو وڏو انقلاب نٿو برپا ڪري سگهي ان لاءِ انهن پنهنجي من گهڙت علم حديث ۾ مشاجرات صحابہ جي نالي سان وڏا وڏا باب ناهيا آهن وفات نبي کان پوءِ علي ۽ عائشہ جي پاڻ ۾ جنگ ڪرڻ جون روايتون ناهيائون جيڪا عائشہ ڄائي بہ ڪانہ هئي اهو هڪ فرضي نالو آهي ان جي نالي سان





جوڙيل سڀ واقعات ۽ حديثون بہ جعلي آهن، انهيءَ دعوي جو ثبوت هي آهي تہ امام بخاريءَ نبي سائينءَ جو مڱڻو عائشہ سان ان جي ڇهن سالن جي عمر ۾ لکيو آهي ۽ پرڻو نون سالن جي عمر ۾ لکيو آهي جيڪو اهڙو عمل نڪاح لاءِ سراسر حڪم قرآن جي خلاف آهي جيڪو نبي عليہ السلام هر گز نٿا ڪري سگهن. (4-6) (6-152) ۽ انهيءَ ڪوڙ گهڙڻ جو پسمنظر بہ هيءُ ٿو نظر اچي تہ عائشہ نالي شاديءَ جون اهڙيون حديثون ناهي انهن جي آڙ ۾ فاطمہ جي علي سان ڪيل شادي ان جي نون سالن واري عمر کي ماڻهن کان مڃائي سگهون وري علي ۽ معاويي جي جنگ بہ علم حديث ناهڻ وارن وڏي تفصيل سان لکي آهي سو اها ماجرا بہ سموري جا سموري جڙتو ۽ جعلي ثابت ٿئي ٿي اها هن دليل سان تہ معاويي نالي ڪو ماڻهو ڄائو ئي ڪونهي چو تہ دنيا جي ڪنهن بہ قوم ۽ مذهب وارو ماڻهو پنهنجي نئين ڄاول ٻٽ تي معاويي جي معنيٰ ۽ مفهوم وارو نالو نٿو رکي سگهي چو تہ معاويي جي معنيٰ آهي ڀونڪندڙ ۽ ڪتي جي ڀونڪ ۽ جڏهن تہ قرآن حڪيم بہ اسلام جي اچي وڃڻ کان پوءِ بہ اهڙين برين معنائن وارن نالن رکڻ جي مٿان بندش وڌي آهي ۽ جيڪڏهن ڪنهن رکيا بہ هجن تہ انهن نالن کي بدلائڻ جو بہ حڪم ڏنو آهي پڙهي ڏسندا سورت الحجرات (11-49).

اجا بہ اڳتي سبائي تحريڪ ۽ ان جي معاون مجوسين
۽ نصارن هي بہ سوچيو تہ قرآن جي معنائن بدلائڻ ڪانپوءِ علم
روايات کي بگاڙيل توريت ۽ انجيل يعني بائيبل جي فلسفي
جي تابع بنائجي پوءِ ان کي امت مسلمہ ۾ رائج ڪرڻ ۽ انهن
کان مڃرائڻ لاءِ ضروري آهي تہ اهڙي بگاڙيل تعليم کي،
اسلام جي ٻنهي مرڪزي شهرن مکة المکرمه ۽ مدينة
المنوره منجهان جاري رکڻ ۽ عام ڪرڻ گهرجي جن مٿان نبي
آخرالزمان عليہ السلام جي جاءِ نشين خليفن جو قبضو آهي
يعني مڪي ۽ مديني جو قرآن کان سياسي قبضو کسي هنن
واري جوڙيل علم حديث کي ڏياريو وڃي سو هنن اتحاد ثلاثہ
وارن جي دانشورن کي ان منصوبي کي ڪامياب ڪرڻ لاءِ هي
خيال آيو تہ سورت احزاب جي آيت نمبر چاليهہ ۾ جيڪو رب
تعالیٰ فرمايو آهي تہ آئون محمد سلام عليہ کي ڪنهن بہ نرينہ
اولاد جو ابو نہ بڻايو آهي اهو هن ڪري تہ ان کي آل ڏيڻ سان
ختم نبوت جي تحريڪ ۽ مشن کي آل رسول سان منسلڪ
ماڻهو زوريءَ انهن جي نالن طرف علم وحي-جون جڙتو
نسبتون گهڙي قرآن جي فڪر ۾ ملاوٽون وجهي ڇڏيندا جنهن
سان نبوت جو مقصد ۽ ڪارج ملياميٽ ڪري ڇڏيندا سو ان
آيت ڪريمہ جي نبي عليہ السلام کي آل نہ ڏيڻ جي سمجهايل
فلسفي منجهان سبائي تحريڪ وارن آل علي کي آل رسول
جو درجو ڏيئي اهو پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ڇڏيو آهي تہ امامن





وٽ ملائڪ ايندا رهندا آهن ۽ مصحف فاطمہ ورثي بورثي
فاطمہ کان ٻارهين امام تائين پهتو جيڪو ان وٽ غار ۾
موجود آهي. حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا ڪتاب اصول ڪافي جا
ميلاد ائمہ وارا باب پوءِ مشاجرات صحابہ نالي حديثن ۾ هنن
جيڪي بہ جنگيون لکيون آهن سي سڀ هڪڙي عليءَ سان
ٻين اصحابن جون ڇاڻايون اٿن انهن سڀن جنگين جي قرآن
حڪيم جي سورت الفتح جي آيت نمبر 29 انڪاري آهي تہ
محمد عليہ السلام جا ساٿي هڪ ٻئي سان وڙهي نٿا سگهن
تڏهن بہ اتحاد ثلاثہ وارن پاڻ منجهان هڪ ٻئي کي آل رسول
سڏائي جناب رسول عليہ السلام جي جاءِ نشين حڪمران
خليفن جو جڙتو من گهڙت گار وارو ڪوڙو نالو بنواميہ ڪري
پنهنجي تاريخن ۾ مشهور ڪيو جنهن جي معنیٰ آهي تہ اهي
سڀ خليفا پنهنجي پيءُ منجهان ڇاول ٿي ڪونہ آهن ۽ انهن
کي اقتدار کان هٽائڻ وارن جا جيڪي ٻہ ٽولا هوا انهن پنهنجا
ٻہ عدد نسب مشهور ڪرايا هڪڙا پاڻ کي هاشمي پيا سڏائين
ٻيا عباسي هونئن تہ هنن جي ٻڌايل شجري مطابق عباسي بہ
هاشمي هوا پر انهن حديثن ناهڻ وارن عبدالله بن عباس جي
پيءُ عباس کي نبي عليہ السلام جو چاچو قرار ڏنو ۽ ان جي
اسلام قبول ڪرڻ جون بہ حديثون لکيون ۽ عليءَ جو پيءُ
ابوطالب نالي حديثن منجهہ لکيائون تہ اهو جناب نبي عليہ
السلام جو چاچو هو ۽ ان لاءِ هي بہ لکيائون تہ ان اسلام

قبول ڪونہ ڪيو ۽ پاڻ کي عباسي سڏائڻ وارا چوندا هئا تہ
جيئن علي نبي جي چاچي ابوطالب جو پٽ هئڻ ڪري آل
رسول آهي اهڙي طرح اسان بہ نبيءَ جي چاچي عباس جي
اولاد منجهان هجڻ ڪري آل رسول آهيون پوءِ آل رسول جي
دعويدار عباسين ۽ علوين نبي عليہ السلام جي اصل جاءِ
نشينن جيڪي سڀ اصل ۾ قريشي هئا انهن خليفن کي گار
واري نالي سان بنواميہ مشهور ڪري ڇڏيو ۽ رعيت ۾ جاءِ
نشيني ۽ خلافت جي حقداريءَ لاءِ آل ۽ قرابت رسول جي
استحقاق جي بنياد تي وڏي پئماني تي پنهنجي حقداريءَ لاءِ
مهمون ۽ تحريڪون هلايون جيڪي سال هڪ سؤ ٽيٽيهہ
هجري ۾ رتوڇاڻ واري جنگ ذريعي ڪاميابي کي پهتيون ۽
ان جنگ ۾ دار الخلافہ دمشق ۽ بغداد تہ عباسي آل رسول جي
قبضي ۾ آيا پر مڪو ۽ مدينو بہ عباسين جي قبضي ۾ اچي
ويو جتان هنن جي اسڪيم مطابق خلاف قرآن علم حديث جي
تعليم جو سلسلو شروع ٿيو جيڪو اڄ تائين جاري آهي
عباسين جي ساٿ ۾ آل رسول بنيل بنو اميہ خلاف جنگ
لڙندڙ ٻي ٽيم، جيڪا علوي آل رسول نالي شريڪ جنگ هئي
عباسين انهن کي پنهنجي قبضي ۾آندل اقتدار ۾ شريڪ
ڪونہ ڪيو. پوءِ انهن پنهنجي لاءِ امامت جي نالي سان باطني
اقتدار تي گذارو ڪيو بهرحال 133 هجري سال کان اڄ تائين
يعني چوڏهن سؤ ستٽيهہ هجري تائين اسلام جو اصل مرڪز





مڪو ۽ مدينو قرآن حڪيم جي علم کان ڪسجي يهودين جي
بائيبل ۽ عيسائين جي عهد نامہ جديد انجيل منجهان ڪاپي
ڪري ٺاهيل حديثن جي علم جو مرڪز بڻيل آهي علم حديث
ٺاهيندڙ اتحاد ثلاثہ جي امامي دانشورن حديثن جي علم
منجهان جنهن علم تاريخ کي جنم ڏنو سو خود انهن جي
تاريخ ۾ لکيل آهي تہ بنو اميہ وارن بنو عباس ۽ بنو هاشم
يعني آل رسول نالي هلايل تحريڪ وارن هٿان شڪست کائي
وڃي اسپين جي اندر پنهنجي خلافت تي گذارو ڪيو ۽ اتي
وڃي آل رسول سڏائيندڙ عباسي وڏيڪ هنن سان ڪونہ وڙهيا
جو انهن کي هنن کان مڪو مدينو کسڻو هئو جنهن سان هنن
جي اسڪيم پوري ٿي وڃي پئي، پوءِ جيڪا خلافت قريشن
جناب رسول عليہ السلام جي حڪمراني واري زماني کان پوءِ
سال هڪ سؤٽيٽيهہ تائين قرآن حڪيم جي سيڪاريل فلسفي
تي هلائي هئي اها وڃي انهن ساڳين قريش وارن جن کي
سبائي تحريڪ وارن ۽ فارس جي امامي دانشورن نفرت وچان
بنو اميہ نالو رکي تبرا ڪئي انهن پنهنجي ماضيءَ سان
سلسلو ملائيندي قرآني نصاب تعليم کي اسپين وارن
عيسائين ۽ مسلمانن جي نون نسلن ۾ پڙهائڻ کي جاري رکيو
جتي هو هڪ هزار سال هجري تائين پنهنجي خلافت واري
حڪومت کي اتي قائم ڪيون هليا يعني عباسي خلافت جي
خاتمي کان پوءِ بہ اهل قريش خليفن اسپين ۾ چار سئو سالن

ڪان وڏيڪ اتي پنهنجي حڪومت هلائي ۽ علم جي جيڪا روشني ڦهلائي ان لاءِ دنيا مڃي چڪي آهي تہ سائنس جا منهڙيا استاد انهن جي دور جا هوا مطلب تہ انهن قريشن اتي جيڪي تعليمي ادارا ۽ يونيورسٽيون قرطبہ غرناطہ اشبيليہ قائم ڪيا ۽ ملڪي انتظام لاءِ الحمراء نالي پارليمنٽ قائم ڪئي اتاهون انهن جي اسپيني شاگردن مسلم استادن ڪان مليل تعليم جي اثر سبب يورپ ۾ آڪسفورڊ ۽ ڪئمرج جهڙا تعليمي ادارا قائم ڪيا ۽ دارالعوام نالي پنهنجي پارليمنٽ ٺاهي سو بنا ڏڪ جي هي حقيقت ٻڌائي سگهجي ٿي تہ سبائي تحريڪ جي اتحاد ثلاثہ طرفان قائم ڪيل تحريڪ وارن مسلم امت کان مڪو مدينو کسي انهن مرڪزن تان پنهنجي بگڙيل تحريف ٿيل توريت ۽ انجيل منجهان تيار ڪيل علم حديث هلايو ۽ جاري ڪيو ۽ مسلم امت جي منهڙين حڪمرانن جن کي حديثون ناهيندڙن گار جي طور بنو اميہ سڏيو هو انهن جي دور ۾ انهن جي تاريخ ۾ ڄاڻايل يونيورسٽين وارن قرآني فلسفي جي روشنيءَ ۾ جيڪي سائنسي علم ايجاد ڪيا هئا اهي انهن اسپينش قوم جي نسلن کي پڙهايا جنهن جو نتيجو هي نڪتو تہ قرآني فلسفي ۽ سائنس جي شهداءِ علي الناس سٽلائيٽ موبائيل ڪميونيڪيشن ۽ تسخير ڪائنات واري تعليم (2-143) (7-81) (45-12) (38-18) (31-20) (16-12) يورپ کي ملي وئي ۽ مسلمانن





کي اسپين جي اسلامي حڪومت جي زوال ڪانپوءِ عباسي خلافت جي دور واري علم روايات ذريعي پادرين پنڊتن جي تعويذن ۽ ايصال ثواب لاءِ ورد وظيفن وارا درود ۽ ڦيٽا وجي ڦبيا جن روايتن جي تعليم سان صلوة، زڪوة، حج، عمره، مسجد، طير، جبال، صبر ۽ شڪر يعني قرآن جي سين انقلابي اصطلاحن جون معنائن بدلائڻ سان مسلمانن جو ٻنيوئي ٻئي پاسي ڪري ڇڏيائون هاڻي وينا ٻارين ٻچين درگاهن تي مرشدن اڳيان گيسيون ڪري سرجهڪايون.

آئون مهيني جون 2014ع ۾ فيصل آباد شهر هڪ قرآن ڪانفرنس ۾ وڃي شريڪ ٿيو هئس اتي هڪ مقامي ماڻهوءَ پنهنجي تقرير ۾ ڳالهہ ڪئي تہ سندس ڄاڻ سڃاڻ واري هڪ نوجوان امريڪا جي شڪاگو شهر جي هڪ يونيورسٽيءَ ۾ پهرئين نمبر ۾ پاس ٿي پوزيشن ڪنئي ۽ اتي ان يونيورسٽيءَ وارن جو هڪ قانون پاس ڪيل آهي تہ هو پهرئين نمبر تي ايندڙ شاگرد کي انعام ۾ آفر ڪندا آهن تہ هو نوڪري گهري يا دنيا جو سير ڪرڻ گهري يا ڪو ڪار بنگلو وغيره گهري تہ اهڙو ان جو مطالبو پورو ڪندا آهن سو هن همراهہ کي بہ اهو آفر ڪيو ويو تہ هن انهن کي جواب ۾ چيو تہ مون کي بہ انعام ۾ ڪا شيءِ گهربل آهي پر اها اڃا بہ ڪاٻي شيءِ آهي تنهن تي انتظاميہ وارن چيس تہ اها بہ ٻڌاءِ

اسان توڪي ڏينداسون شاگرد وراڻيو تہ مون کي هت پڙهڻ جي
عرصي ۾ يونيورسٽي اندر هڪ انڊر گرائونڊ فئڪلٽي جي
معلومات ملي آهي جنهن ۾ هر روز ڪجھ مقرر ۽ مخصوص
ماڻهو صبح جو وڃن تا ۽ شام جو ڊيوٽيون پوري ڪري
پنهنجي جاين تي موٽن ٿا انهن مخصوص ماڻهن کان سواءِ ان
فئڪلٽي ۾ اندر ٻئي ڪنهن بہ ماڻهوءَ کي اندر وڃڻ جي
اجازت ناهي سو منهنجو مطالبو آهي تہ مونکي انعام ۾ ان
فيڪلٽيءَ ۾ اندر وڃي معلومات وٺڻ ڏني وڃي تہ اتي ڇا ٿو
پڙهيو پڙهايو وڃي ان تي انهن وڏي مجبوري سمجهي بہ
مونکي اجازت ڏني ۽ مون ٻئي صبح اتي اندر داخل ٿي ڏٺو تہ
اتي دنيا جهان جا ملڪي حڪومتي انتظامي معاشي معاشرتي
مسئلا سوالن جي شڪل ۾ ڪجھ چارٽن تي لکيل هجن پيا
۽ اتي ريسرچ وارن اسڪالرن کي هڪ ٽيم ورڪ جي شڪل
۾ ويهي انهن جاحل ۽ جواب مسلمانن جي ڪتاب قرآن
منجهان تلاش ڪري اهي پنهنجي حڪومت کي عمل ۾ آڻڻ
لاءِ ڏيٺا پون پيا، سو امريڪا برطانيہ يا يورپي نسلن جا ماڻهو
قرآني تعليم جي رهنمائي ۾ سائنس جا پارڪو ملڪ جيڪي
نيٽ ڪميونيڪيشن ميڊيائي اوزارن سان گهرويٺي وَإِذَا النُّفُوسُ
زُوِّجَتْ (7-81) جي تھ کي ڳولي شُهَدَاءَ عَلَى النَّاسِ (78-22) جي
ٽارگيٽ تي پڄي دنيا کي گلوبل وليج گلوبل هال بڻايو ويٺا





آهن پر اسان انهن جي پيٺ ۾ اڃا حديثن جي علم سان
طهارت ڪرڻ جي مسئلن مان فارغ ٿي نہ سگهيا آهيون ۽
قرآن جي آيتن کي تعويذن جي علم جو موضوع بڻايون ويٺا
آهيون. اها ئي حقيقت مسلم ملڪن جي ڪيترن ئي
اسڪالرماڻهن جيڪي يورپي ملڪن جو دورو ڪري آيا آهن
انهن ٻڌايو آهي تہ اسان جيڪو اسلام قرآن منجهان پڙهيو ۽
سمجهيو آهي اهو اسان يورپ ۾ ڏسي آيا آهيو سو اتي اسلام
آهي پر مسلمان ڪونہ آهن ۽ اسان جي مسلم ملڪن ۾
مسلمان تہ جام آهن پر اسلام ڪونهي ڪو. غلام جيلاني
برق هڪ هنڌ لکيو آهي تہ انگريزن جي حاڪميت واري دور
۾ وائسراءِ هند پشاور شهر جي اندر پختون جرگي جي
سردارن ۾ تقرير ڪئي تقرير کانپوءِ رسيپشن دوران هڪ
وڏي ڦڳڙ واري سردار وائسراءِ کي چيو تہ تون ماڻهو ڏاڍو
هوشيار ۽ ڀلو آهين پر تو ۾ هڪڙي خرابي آهي وائسراءِ
پريشان ٿي پڇيس تہ مون ۾ اها ڪهڙي خرابي آهي سردار
صاحب چيس تہ ٻيو تہ ڪونہ پر تون ڪافر آهين اڳئين جهان
۾ تون دوزخ ۾ ويندين سو جيڪڏهن تون ڪلمو پڙهين تہ
ڏاڍو ڀلو ان تي وئسراءِ سياڻو ماڻهو هو سمجهي ويو ۽ جواب
۾ چيائينس تہ سردار صاحب واقعي آئون ڪافر آهيان ڪلمي
نہ پڙهڻ جي ڪري اڳئين جهان ۾ آئون دوزخ ۾ ويندس ۽
تون مسلمان آهين ڪلمو پڙهين ٿو تون اتي بهشت ۾ ويندين

پر اسان هتي اهڙو علم پڙهيو آهي جو جڏهن الله اسانکي
دوزخ ۾ وجهندو تہ اسان ان کي چنڊي ڦوڪي صاف ڪري
بهشت بنائي ڇڏينداسون ۽ توهان اهڙو علم اجا ڪونہ سکي
سگهيا آهيو سو الله پاڪ جڏهن اوهان کي ڪلمي پڙهڻ جي
ڪري بهشت ۾ موڪليندو تہ اوهان ان ۾ نسوارون ڪائي
جڳهہ جڳهہ تي ٿڪي انکي دوزخ بنائي ڇڏيندا، سو ڪجهہ
علم پرايو ۽ دنيا آخرت ٻنهي کي بهشت بنايو.

## قرآن واري دين ۽ حديث واري دين جو فرق

## قرآن حڪيم مطابق دين دنيا کي سمجهڻ لاءِ عقل کان ڪم وٺڻو آهي

## بائيبل تان نقل ڪيل علم حديث ۾ دين دنيا جي مسئلن ۾ پنهنجو عقل استعمال ڪرڻ تي بندش آهي.

قرآن حڪيم ۾ دنيا جهان جي معاملن ۾ عقل کان
ڪم وٺڻ ۽ دين جي معاملات تي غور ۽ فڪر ڪرڻ بلڪ خود
قرآن جي قانونن تي بہ غور فڪر تدبر يعني سوچ ويچار
ڪرڻ (47-24) جو ذڪر قرآن حڪيم ۾ سؤ پيرن کان بہ وڌيڪ
تعداد ۾ آيو آهي ايتري تائين جو قرآن حڪيم فرمايو تہ وَالَّذِينَ
إِذَا ذُكِّرُوا بِآيَاتِ رَبِّهِمْ لَمْ يَخِرُّوا عَلَيْهَا صُمًّا وَعُمْيَانًا(73-25) يعني مؤمنن جو
شان هي آهي تہ جڏهن انهن کي رب تعالىٰ جي قرآني آيتن
سان بہ نصيحت ڪئي وڃي ۽ قانون ٻڌايا وڃن تہ اهي انهن
تي ٻوڙا ۽ انڌا ٿي ڪونہ ڪرندا، جڏهن تہ بائيبل کان ورتل





علم حديث ۽ ان منجهان ناهيل امامي فقهن ۾ جيڪڏهن
ڪنهن ماڻهوءَ کان وضو ڪرڻ ڪانپوءِ پيٽ منجهان واءُ نڪري
تہ وضو ٽٽي پوي ٿو پر سچي قرآن ۾ وضو ٽٽڻ جو ڪنهن
بہ هنڌ تي ذڪر ئي ڪونهي سو ان منجهان هيءَ ڳالهہ ثابت ٿي
تہ قرآن وارو وضو صفائيءَ جي مقصد لاءِ آهي ۽ حديثن وارو
وضو ثوابن ڪمائڻ لاءِ پاڻي وڃائڻو آهي، پر علم حديث جي
ئي نظريي تي جيڪڏهن پيٽ جي واءُ کي ئي وضو جو دشمن
قرار ڏيڻو آهي تہ وات طرفان جيڪو اوڳرائي جي صورت ۾
واءُ نڪري ٿو علم حديث واري فقہ ۾ ان سان وضو نٿو ٽٽي
پر جيڪڏهن ڪوئي علم حديث جو پرستار جواب ڏئي تہ پيٽ
وارو واءُ هيٺان اچڻ سبب بدبو ڪري ٿو تڏهن وضو ٽٽي ٿو
پوي تہ اهو قائدو بہ دائمي ۽ ڪلي ڪونهي ان ڪري جو
ڪيترائي هيٺان ايندڙ واءُ بغير بدبو جي هوندا آهن ۽ ڪيئي
مٿان وات کان ايندڙ اوڳرايون بہ بدبودار هونديون آهن. ٻيو تہ
قرآن حڪيم جنهن حالت ۾ يعني جماع جي صورت ۾ يا
خواب ۽ ننڊ ۾ تڙ پوڻ جي ٻنهي صورتن ۾ جيڪي بہ جدا جدا
لفظ آيا آهن هڪڙو تغتسلو، ٻيو فاطهروا تہ هتي ٻيو لفظ
طهارت وارو پهريين حڪم تغتسلو جي معنىٰ کي مُتعين
ڪري ٿو اهو هيئن تہ ملوث ۽ مخصوص عضون کي ڌوئي
ڇڏيو جو تہ طهارت جو لفظ مقابل آهي نجاست جو سو جماع
۽ تڙ پوڻ مهل نجاست خاص جاءِ تي هوندي آهي سڄي جسم
تي نہ هوندي آهي انڪري پاڪائي ۽ طهارت بہ خاص جاءِ جي
ٿيندي سڄي جسم جي نہ ٿيندي. بائيبل منجهان ناهيل علم
حديث جو حڪم تہ قوس سان وضو پڄي پوي ٿو يا زالن سان

ويجهڙائيءَ جي صورت ۾ بجاءِ خاص مقام کي ڌوئي پاڪ ڪرڻ بدران سڄي جسم کي وهنجارڻ واري مصيبت کي قرآن حڪيم حرج سڏيو آهي تنهن لاءِ رب پاڪ فرمايو ته مَايُرِيدُ اللّٰهُ لِيَجْعَلَ عَلَيْكُم مِّنْ حَرَجٍ وَلَـٰكِن يُرِيدُ لِيُطَهِّرَكُمْ وَلِيُتِمَّ نِعْمَتَهُ عَلَيْكُمْ لَعَلَّكُمْ تَشْكُرُونَ (5-6) يعني الله اوهان کي ڪنهن حرج ۾ وجهڻ جو ارادو نٿو رکي پر الله جو ارادو صرف هي آهي ته اوهان کي پاڪ رکي ۽ پنهنجيون نعمتون مڪمل ڪري هن لاءِ ته توهان شڪرگذار رهو (الله جا جنهن توهان کي حرج کان آجو قرآن وارو دين ڏنو ) سو عقل جي دشمن مروج علم حديث ۽ هنن امامي فقهن کي مذهب ته سڏي سگهجي ٿو جنهن جو سڄي قرآن ۾ ڪٿي به ذڪر ڪونهي ڪو پر دين نٿو سڏي سگهجي پر ڪير سوال ڪري ته قرآن ۾ مشرڪن ۽ ڪافرن جي غلط خيالن واري مذهب کي به دين سڏيو ويو آهي جيئن فرمايو ويو ته لَكُمْ دِينُكُمْ وَلِيَ دِينِ (6-109) اتي هن ڳالهه کي سمجهڻ گهرجي ته قرآن حڪيم پنهنجي مخاطبن سان جهيڙي ۽ ضد واري طريقي سان بحث نه ڪندو آهي يا ائين ڪٿي چئجي ته قرآن جو انداز گفتگو ڪج بحثي وارو نه هوندو آهي سو ڪافرن ۽ مشرڪن جي جيڪا دعوىٰ هئي ۽ آهي ته جيئن توهان به هڪڙو دين پيش ڪيو ٿا اهڙي نموني اسان به هڪڙي دين جا علمبردار آهيون ته الله به خواهه مخواهه قسم جي دعوىٰ بازيءَ واري بحث ۾ پوڻ بدران انهن جي دعوىٰ کي لفظن جي حد تائين مذهب کي دين سڏيو آهي نه ته حقيقت ۾ مذهب جدا شيءِ آهي ۽ دين جدا شيءِ آهي الله جو اهو طريقو رب پاڪ پاڻ بڌايو





آهي ته إِنَّهُ لَحَقٌّ مِّثْلَ مَا أَنَّكُمْ تَنطِقُونَ (23-51) يعني الله جي حقانيت برحق آهي اوهان جيئن چئو اسان اوهان سان ڪج بحثي نه ٿا ڪيون اسان به توهان جي مذهب کي دين سڏيون ٿا پر ان ۾ دين وانگر ڪو منطق اصول ۽ قانون ته ڪونهي ڪو. سو عام ماڻهن جي غلط اصطلاحن کي ڪٿي غلط العوام ئي سمجهجي باقي جيڪڏهن جاهل مشرڪ ڪافر پنهنجي مذهبن کي ڪٿي ڪا به سڏين پر اهي آهن ته عقل جا دشمن سو دنيا جهان جا انسانو! ٻڌي ڇڏيو ته الله پنهنجي رسول کي هن مشن سان دنيا ۾ موڪليو آهي ته هو ڪيس ڏنل رسالت واري پئڪيج علم عقل دانش جي علمبردار ڪتاب قرآن جي طاقت سان وجي دنيا جي سين مذهبن کي ڏاهي پٽ ڪري ڇڏي (33-9) (61-9) (48-28).

## قرآن سائنس ۽ فلسفو

آئون هن عنوان هيٺ جيڪو به تفصيل لکندس ته ڪوئي به پڙهندڙ اها اميد نه رکي ته هن موضوع جا سمورا تفصيل هتي آڻي سگهندس آئون صرف ۽ صرف هتي اتحاد ثلاثه وارن طرفان امت مسلمه کي متي ۾ هنيل مروج علم حديث جي مشهور ڪيل هن غوغاءِ ۽ واويلا جو رد ڪندس جيڪو هو چون ٿا ته دين اسلام ۾ عقل نه هلايو. بس فقط انهن جي ان شور کي جواب ڏيڻ جي حد تائين ڪجهه لکندس ۽ قرآن حڪيم ۾ جناب نوح عليه السلام کي حڪم آهي ته وَاصْنَعِ الْفُلْكَ بِأَعْيُنِنَا وَوَحْيِنَا وَلَا تُخَاطِبْنِي فِي الَّذِينَ ظَلَمُوا إِنَّهُم مُّغْرَقُونَ (37-11) يعني بحري جهاز ٺاهڻ ۾ ڪاريگري ڏيکار اسان جي سامهون

اسان جي نگراني ۽ وحي جي رهنمائيءَ سان.. ٻئي هنڌ فرمايائين تہ وَسَخَّرَ لَكُمُ الْفُلْكَ لِتَجْرِيَ فِي الْبَحْرِ بِأَمْرِهِ وَسَخَّرَ لَكُمُ الْأَنْهَارَ (14-32) يعني تابع ڪيائين توهانجي لاءِ ٻيڙي کي بحري جهاز کي تہ جيئن هلي درياءَ ۾ انجي قانون سان.. هاڻي هتي غور فرمايو وجي تہ آبي جهاز سازي دنيا جي تمام وڏين صنعتن ڪاريگرين ۽ هنرن منجهان آهي جنهن ۾ تجرباتي سائنسي ايجادن جو وڏو حصو آهي جنهنڪي قرآن فرمائي ٿو تہ رب تعالىٰ پنهنجي نگرانيءَ ۾ نوح عليہ السلام کي وحي واري تعليم سان سيکاريو هتي هن قرآني اعلان جي مقابلي ۾ بائيبل ڇاپ علم حديث جاپرستار ٻڌائي سنگهندا تہ جهاز سازي جي صنعت ۽ سائنس عقل ڪانسواءِ وجود ۾ اچي سگهندي؟ جنگين ۽ لڙاين جو هڪڙو مجيل قانون آهي تہ لڙائي دوران دشمن کي مارڻ کان وڌيڪ پنهنجي بچاءَ جو وڌيڪ خيال ڪجي انهيءَ لاءِ بہ رب پاڪ پنهنجي عظيم نبي رسول ۽ بادشاه جناب داؤد عليہ السلام لاءِ فرمايو تہ وَعَلَّمْنَاهُ صَنْعَةَ لَبُوسٍ لَّكُمْ لِتُحْصِنَكُم مِّن بَأْسِكُمْ فَهَلْ أَنتُمْ شَاكِرُونَ (21-80) يعني اسان داؤد عليہ السلام کي شاڪ پروف جيڪيٽ ۽ زرهن ٺاهڻ جو هنر دشمن جي تيرتلوار ۽ گولين کان بچاءَ لاءِ سيکاريو ۽ ان سکيا ۽ تعليم دوران داؤد عليہ السلام ۽ قيامت تائين پيدا ٿيندڙ زرهہ ساز ڪاريگرن جي لاءِ هڪ خاص ڳالهہ جي رهنمائي ڏني تہ أَنِ اعْمَلْ سَابِغَاتٍ وَقَدِّرْ فِي السَّرْدِ وَاعْمَلُوا صَالِحًا إِنِّي بِمَا تَعْمَلُونَ بَصِيرٌ (34-11) يعني زرهون موڪريون هجڻ گهرجن پر انهن جو ڪڙيون ننڍيون وڏيون نہ هجڻ گهرجن هن علم وحي جي





تعليم ۾ قيامت تائين جي جڙندڙ جديد مهلڪ اوزارن کي سامهون رکندي داؤد عليہ السلام معرفت اسلحہ سازي جي ڪاريگرن کي هدايت ڏني وئي آهي تہ زرهہ جون ڪڙيون ننڍيون وڏيون هونديون تہ تلوار جي ڌڪ کي تہ روڪي سگهنديون پر تير گوليءَ ۽ بندوق جي ڇرن کي جسم تائين پهچڻ کان امڪاني طور روڪي نہ سگهنديون قرآن حڪيم جي زره سازيءَ جي هنر ۾ هيءَ هدايت تہ ان اعمل سابغات يعني زرهون اهڙيون ٺاهيو جيڪي موڪريون هجن تنگ نہ هجن ڇو تہ اهي جسم جي عضون کي چرپر ۾ تڪليف ڏينديون ۽ چادر واريون زرهون پيٽ ڇاتي ۽ پنيءَ جي ڍال تہ بنجي سگهنديون پر ڪلهن ۽ ٻانهن لاءِ ڪپڙي وانگر ڪڙين ۽ تارن سان ٺاهيل زرهون ۽ مٿي لاءِ خود نالي ڪور تنگ ۽ سوڙها ٺاهڻ بدران دفاع لاءِ موڪرا زياده ڪارائتا ثابت ٿيندا. جيڪي عضون جي چرپر ۾ رڪاوٽ نہ بڻبا. قرآن پاڪ هن سڄي صنعت لاءِ آيت ڪريمہ وَلَقَدْ آتَيْنَا دَاوُودَ مِنَّا فَضْلًا يَا جِبَالُ أَوِّبِي مَعَهُ وَالطَّيْرَ وَأَلَنَّا لَهُ الْحَدِيدَ (34-10) جي اندر ڇئن ڳالهين جو ذڪر فرمايو آهي جيڪي هر مضبوط حڪومت لاءِ داخلي ۽ خارجي استحڪام حاصل ڪرڻ ۽ ميسر ڪرڻ خاطر نهايت ضروري آهن هڪ وسيلا ٻيو قبائلي اڳواڻن کي اعتماد ۾ وٺي انهن جو تعاون حاصل ڪرڻ ٽيون اعلىٰ قسم جي جنگي ٽريننگ سان دستا قائم ڪرڻ جنهن جو اصطلاحي نالو قرآن طير رکيو آهي جنهن جي ٽريننگ ۾ جنگ وڙهڻ سان گڏوگڏ غلامي کان

نفرت آزاديءَ جي قدرو قيمت بہ شامل هجي (16-27) (260-2) (49-3) (110-5) چوٿون اسلح سازيءَ جا ڪارخانا قائم ڪرڻ.

هن سڄي تربيت ۾ رب پاڪ اڳلي آيت ۾ دفاعي اوزار زرهون وغيره ٺاهڻ دوران هي بہ فرمايو تہ خبردار اوهان جو جنگيون لڙايون عمل صالح جي فلسفي ۽ نقطہ نظر جي مطابق هجڻ گهرجن ۽ اوهان جي جنگي مقصدن مٿان منهنجي وڏي نگراني رهندي (يعني مفت ۾ ماڻهو مارڻا ناهن) پڙهندڙ پيارو! غور ڪندا هلجو تہ قرآن حڪيم ڪيئن تہ اسلح سازي دوران جنگين ۽ لڙاين جي تربيتي هدايتن دوران جنگ براءِ اصلاح جي ڳالهہ ڪري ويو يعني جنگي مقصد ملڪ گيري نہ هجي ڪنهن جي ڌرتي ۽ ان جا وسيلا ڦٻائڻ مقصد ۾ نہ هجڻ گهرجي قرآن جي هن تربيتي ليڪچر ۾ سوچيو وجي تہ جن هٿيارن ٺاهڻ جي قرآن ٽريننگ ڏني آهي يعني ڍال ۽ زره جي تہ اهي بہ دفاع خاطر ڪم ايندڙ آهن قرآن حڪيم ۾ تلوار سازيءَ جي ڳالهہ ڪنهن هڪ هنڌ بہ ڪانہ ڪئي وئي آهي تيرن جو ذڪر صرف هڪ هنڌ، پکين ۽ شڪار جي جانورن جي حوالي سان ڪيل آهي (49-5) هتي هيءَ ڳالهہ ڪرڻ منجهان منهنجو مقصد آهي تہ قرآن ۾ دفاعي جنگين جو ذڪر آهي اقدامي جنگ جي حوالي سان برطانيہ جو آنجهاني جارج پنجون ۽ ٻين مخالف قرآن ماڻهن جا اعتراض آيت ڪريمہ يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا مَا لَكُمْ إِذَا قِيلَ لَكُمُ انفِرُوا فِي سَبِيلِ اللَّهِ اثَّاقَلْتُمْ إِلَى الْأَرْضِ (38-9) بابت يعني توهان کي ڇا ٿي ويو آهي جو جڏهن اوهان کي چيو وڃي تہ ماڻهن جي حقن لاءِ لڙائي ڪيو تہ اوهان





زمين کي چنبڙي ويهي ٿا رهو. آيت ڪريمہ (89-4) بابت سوالن جا جواب آئون جڏهن قرآن حڪيم جي ترجمي تفسير لکڻ مهل انهن آيتن تي پهچندس تہ تفصيل سان سين جي سوالن جا جواب لکندس منهنجو مقصد هت صرف قرآن حڪيم يعني علم وحي جي فڪري عقلي سائنسي رهنماين کي نهايت اختصار سان آڻڻو آهي تہ جيئن بائيبل جي پيداوار علم حديث جي پرستارن جي هن خرافات جو رد ڪري سگهان جيڪو هو چون ٿا تہ دين ۾ عقل جو استعمال جائز ناهي. بلڪہ دين ۾ عقل جو استعمال نهايت ضروري آهي جنهن اهڙي پذرائي سان پڙهندڙن کي ڄاڻ ملي تہ دين ڇا هي سو جيڪو رب تعالىٰ جناب سليمان عليہ السلام جي حوالي سان فرمايو آهي تہ وَلِسُلَيْمَانَ الرِّيحَ غُدُوُّهَا شَهْرٌ وَرَوَاحُهَا شَهْرٌ وَأَسَلْنَا لَهُ عَيْنَ الْقِطْرِ وَمِنَ الْجِنِّ مَن يَعْمَلُ بَيْنَ يَدَيْهِ بِإِذْنِ رَبِّهِ وَمَن يَزِغْ مِنْهُمْ عَنْ أَمْرِنَا نُذِقْهُ مِنْ عَذَابِ السَّعِيرِ (12-34) يعني اسان سليمان عليہ السلام جي لاءِ هوا کي تابع ڪيو سون جنهن جي سفر جي رفتار صبح جو خواه شام جو هڪ هڪ مهيني جي پنڌ برابر هوندي هئي هن جاءِ تي فلڪ يعني ٻيڙي يا بحري جهاز جو ذڪر آيت ڪريمہ ۾ ڪونهي ڪو ۽ (36-38) تہ عين ممڪن آهي جو هتي ريح بمعني هوا منجهان هوائي جهاز مراد هجي جيڪو ڪن مترجمن ۽ مفسرن بحري جهاز جي جيڪا معنىٰ ورتي آهي اها هن دليل سان غلط ٿي ثابت ٿئي جو هن مشيني دور بہ بحري جهاز ايترو تيز رفتاريءَ سان سفر ڪونہ ٿا ڪري سگهن جو هڪ مهيني جي مسافت جيترو ٽن چئن ڪلاڪن ۾ هلي سگهن جيڪا مسافت گهٽ ۾

گھٽ ۾ هزار ميلن برابر ڇٽبي منهنجي هن توجيهہ جو ثبوت
آيت ڪريمہ هُوَالَّذِی يُسَيِّرُكُمْ فِي الْبَرِّ وَالْبَحْرِ حَتّٰى إِذَا كُنتُمْ فِي الْفُلْكِ وَجَرَيْنَ بِهِم بِرِيحٍ
طَيِّبَةٍ وَفَرِحُوا بِهَا (22-10) هن آيت ڪريمہ ۾ بري ۽ بحري سفرن جو
ذڪر ڪيو ويو آهي تہ جيڪو آيت ڪريمہ (12-34) ۾ صبح يا
شام جي چند ڪلاڪن ۾ مهينن جي سفر جي ڳالهہ ڪئي وئي
آهي تہ انهن ٻنهي آيتن کي ملائي سوچجي ٿو تہ جناب سليمان
عليہ السلام جي دور ۾ هوائي جهازن جي ايجاد بہ ثابت ٿي
وڃي ٿي سو علم وحي جي عقلي سائنسي ڪمالات جون
ڳالهيون تمام اڻ کٽ آهن پر امت مسلمہ مٿان جيڪو جمود
ڇانيل آهي ان مٿان امت جو ڪوبہ ادارو تحقيق ڪونہ ٿو
ڪري تہ صدين کان امت مسلمہ جا مرڪز مڪة المڪرمہ ۽
مدينة المنوره اسان کان اتحاد ثلاثہ جا سامراجي ڦري اتاهون
وينا سڄي دنيا وارن يهودين مجوسين جي خلاف قرآن علمن
منجهان جوڙيل علم حديث کي اسانجي خاتم الانبياء عليہ
السلام جي نالي مبارڪ طرف منسوب ڪري هي ڳالهہ چوندا
رهن ٿا تہ انهن جو فرمان آهي تہ دين ۾ پنهنجو عقل استعمال
نہ ڪيو وري دنيا جي باخبر ماڻهن کي تہ اها بہ خبر آهي تہ اڄ
جو عالمي سامراج سعودي حڪومت مٿان هر وقت مهربان
آهي. دنيا جي تاريخ جو مطالع رکندڙن کي ڄاڻ هوندي بلڪ
مون خود مصر جي مرحوم صدر جمال عبدالناصر جي ڪتاب
"انقلاب جو فلسفو" جي حوالي سان ٻڌائي بہ ڇڏيو آهي تہ هو
پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو تہ آئون حج ڪرڻ لاءِ مڪي شهر
ويس تہ اتي حج جون اهڙيون تہ رسمون ڏٺم جيڪي مونکي





قرآني فلسفي جي پيٽ ۾ ڏاڍيون اوپريون لڳيون انتي مون
ان وقت جي بادشاهہ شاه سعود کي چيو تہ هي توهان حج جي
نالي ڪهڙيون رسمون پيا ملهايو؟ مونکي جواب ۾ بادشاهہ
چيو تہ اهو مذهبي پيشوائيت جو معاملو اهي اسان جي ۽
تنهنجي بادشاهيءَ جو بچاءُ انهيءَ ۾ آهي تہ اسان ملن مولوين
جي ڪم ۾ دخل نہ ڏيون جيڪڏهن ائين ڪيوسون تہ اسانجو
اقتدار ختم!!! شاه سعود جي جواب منجهان سوچيو وڃي تہ
مسلم ملڪن جي مذهبي قيادتن جو براهہ راست غير ملڪي
عالمي سامراج جي طاقتن سان ڪهڙو تہ تعلق آهي جيڪو
ملڪ جي ظاهري حڪمرانن کي بہ ملن کي ڏسي ڦرڪڻي
وٺيو وڃي (هيءَ موضوع ڪنهن ٻئي هنڌ بيان ڪرڻ جو آهي
جيڪو اهڙي ڪتاب ۾ ذڪر ڪندس) سڀ بائيبل ڇاپ علم
حديث ۽ ان منجهان ناهيل فقهن جي جيڪا امت وارن مٿان
وٺ پچان آهي تہ خبردار دين ۾ اجهتاد بند آهي اجتهاد ٻين
صديءَ ۾ جيڪي امام سڳورا ڪري ويا هاڻي اهو اڳتي لاءِ
بند آهي ۽ دين کي عقل سان سمجهڻ بدران امامن جي علمن
کي سدائين اڳتي لاءِ نقل ڪندا هلو ٻيو سڀ خير. اهوئي تہ
سبب آهي جو احرام مصر جيڪي بلڊنگس جي سائنس جو
وڏو سائنسي شاهڪار آهن اهي جناب سليمان عليہ السلام جي
علم وحي جي رهنمائيءَ جو بي مثال يادگار آهن يَعْمَلُونَ لَهُ مَا
يَشَاءُ مِن مَّحَارِيبَ وَتَمَاثِيلَ وَجِفَانٍ كَالْجَوَابِ وَقُدُورٍ رَّاسِيَاتٍ اعْمَلُوا آلَ دَاوُودَ شُكْرًا
وَقَلِيلٌ مِّنْ عِبَادِيَ الشَّكُورُ (13-34) يعني سليمان عليہ السلام جي
چاهت مطابق انجا انجنئر ڪاريگر وڏا وڏا قلعا اهرام مجسما

سوئمنگ پول حوض مثل ٺاهيندا هئا. دنيا جا تاريخون لکندڙ ۽ لکرائيندڙ ايڏا تہ اندر جاپليت آهن جو اهرام مصر جون بيمثال شاهڪار يادگارون سڌو سنئون جناب سليمان عليہ السلام جي دور جون ۽ مٿين آيت مطابق سندس ئي ٺهرايل آهن پر جيئن تہ اهي عقل ۽ سائنس جون وڏيون علامتون آهن ان ڪري انهن کي ڄاڻي واڻي ساڻ سبب اهل حديثن وانگر صرف هڪ نبيء جي علم وحي جي يادگار هجڻ ڪري ۽ مابعد تاريخ هجڻ باوجود ڄاڻي ٻجهي ان کي ماقبل تاريخ جي نامعلوم نسبتن طرف اڇلائي ڇڏيو اٿن اهو بہ صرف ۽ صرف هن ڪري تہ ترقي ۽ فلاح لاءِ انسانن جا پويان نسل سين نبين جي تعليم جي ليٽسٽ ايڊيشن علم وحي جي ترجمان ڪتاب قرآن طرف نہ متوجہ ٿي وڃن جنهن جي حفاظت جو ذمو رب تعاليٰ پنهنجي مٿان کڻي ڇڏيو آهي پوءِ ڇا ايگري ڪلچرل سائنس وران يوريا جا جزا آيت ڪريمہ يَعْلَمُ مَا يَلِجُ فِي الْأَرْضِ وَمَا يَخْرُجُ مِنْهَا وَمَا يَنْزِلُ مِنَ السَّمَاءِ وَمَا يَعْرُجُ فِيهَا وَهُوَ الرَّحِيمُ الْغَفُورُ (34-2) منجهان خلائن ۾ لهندڙ چڙهندڙ گيسن هائيڊروجن نائٽروجن ۽ آڪسيجن جو فامولو نہ ورتو هوندو؟ ۽ وَسَخَّرَ لَكُمُ اللَّيْلَ وَالنَّهَارَ وَالشَّمْسَ وَالْقَمَرَ وَالنُّجُومُ مُسَخَّرَاتٌ بِأَمْرِهِ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَآيَاتٍ لِقَوْمٍ يَعْقِلُونَ (16-12) يعني رات ڏينهن سج چنڊ ۽ ستارن کي رب تعاليٰ توهان جي ڊيوٽين ۾ لڳائي ڇڏيو آهي انهن ڊيوٽين جي ڄاڻ لاڳاپيل ليبارٽرين جي ايڪسپرٽ واسطيدار ماهرن کان وڃي ڪير پڇي ڏسي جو تہ سائنس دانن انهن جي تسخير لاءِ بجلي ٺاهي انمان ايئر ڪنڊيشنر ٺاهيا ڳاڏيون ٺاهيون سردي گرمي اولهہ





اوپر اتر ڏکڻ وارين طرفن جي معلومات جا ميٽر ٺاهيا آئون هن بحث کي تہ قرآن علم عقل شعور فڪر ۽ دانش جي استعمال جي هر وقت وڏي پارت ۽ سفارش ڪئي آهي اپيل ڪئي آهي، عالمي سامراج وارن قرآن جي انهن حڪمن کي ڏسي ان جي مقابلي ۾ مسلم امت ۾ جيڪو غير عقلي علم حديث بنو عباس جي دور ۾ لاڳو ڪيو پوءِ وري ديني مدرسن جي نصاب تعليم درس نظامي جي نالي ۾ جيڪو ڪورس اورنگ زيب جي زماني ۾ علامہ نظام الدين سهالويء ايجاد ڪيو هئو ان ۾ دينيات صرف امامي فقهن تائين محدود هئي ان ۾ انگريزن جي دور ۾ انهن جي حڪم تي پهريائين مدرسہ دارالعلوم ديوبند جي معرفت علم حديث جي ڪتابن بخاري، مسلم، ابوداؤد، ترمذي نسائي ابن ماجہ طحاوي وغيره کي درس نظامي ۾ شامل ڪيو ويو ۽ پاڪستان ٺهڻ کان پوءِ غالباً ضياءُ الحق جي دور ۾ حنفي ڇاپ حديثن جو ڪتاب ڪتاب الآثار جيڪو امام ابو حنيفي جي روايتن تي مشتمل آهي جنهن کي ان جي شاگرد امام محمد ابن الشيبانيء لکيو آهي اهو بہ درس نظاميء ۾ شامل ڪيو آهي جنهن ۾ ٻين امامن بخاري مسلم ترمذيء جيڪي جناب رسول عليہ السلام قرآن ۽ اصحاب رسول جي شان ۾ گستاخيون ڪيون هيون انهن کان بہ گوءِ ڪٽندي حنفي امام ابو حنيفي جي روايت حديث درج ٿيل آهي تہ جناب رسول پنهنجي زوجہ بي بي عائشہ (جيڪا ڄاول ئي ڪانهي) کي روزي سان وات ۾ جماع ڪندا هئا. نعوذباللہ (لعنت هجي اهڙين گارين وارين حديثن ٺاهڻ وارن مٿان.

# فتنہ انڪار قرآن

## جمن ڪنير جي ڪتاب فتنہ انڪار حديث جي جواب ۾

محترم محمد جمن ڪنير صاحب منهنجي خلاف هڪ
ڪتاب لکيو آهي "فتنہ انڪار حديث" جي نالي سان ٽائيٽل تي
ان نالي هيٺان لکيو آهي، عزيزالله بوهيو پنهنجي عقائد
نظريات ۽ تصانيف جي آئيني ۾" مون ان ڪتاب متعلق
پنهنجي هڪ اهڙي دوست سان مشورو ڪيو جنهن سرسري
طور هي ڪتاب پڙهي ڇڏيو هئو منهنجي ان سان مشوري جو
مقصد هئيو تہ هن ڪتاب جو جواب لکجي يا نہ لکجي تہ ان
دوست جواب لکڻ کان مونکي منع ڪئي تہ جمن تنهنجي
ڪتابن جي رد ۾ پنهنجو ڪتاب آڻي تنهنجي مٿان تہ وڏو
احسان ڪيو آهي جو هو ماڻهن کي تنهنجي باري ۾ صرف
اهوئي ٻڌائي سگهيو آهي تہ عزيزالله جن بہ حديثن کي خلاف
قرآن سڏي پنهنجي ڪتابن ۾ آڻي انهن تي تنقيد ڪري ٿو ۽
هو امام بخاري ۽ امام مسلم کي مجوسي سڏي ۽ انهن جي
راوي استادن کي بہ پنهنجي تنقيدن جو نشانو بنائي ٿو تہ جمن
صاحب ڪٿي بہ تنهنجي نقل ڪيل حديثن کي غلط ۽ ڪوڙو
تہ ڪونہ ٿو سڏي هو جواب ۾ اجا بہ انهن حديثن جي آڻيندڙ
وڌيڪ ٻين امامن جي هڪ ڊگهي لسٽ ڪٿي ٿو پيش ڪري تہ
اها حديث صرف امام بخاريءَ ۽ امام مسلم ڪانہ آندي آهي
پر ٻين هيترن سارن بزرگن بہ اهي حديثون لکيون آهن سو
ايترا سارا بزرگ ڪيئن ڪوڙ ڳالهائيندا تہ. 'اهڙي ماڻهوءَ جي
ذهنيت يا تہ توجہ لائق ناهي يا اهو ماڻهو ڪنهن قرآن دشمن





مافيا جو خريد ٿيل ماڻهو چئبو جيڪو پنهنجي سوچ بدران
نوڪري بچائڻ جي لاءِ نوڪري ڏيندڙن جي سوچ تي ڪم ٿو
ڪري، اها ڳالهہ ڪرڻ واري محترم دوست مون کي هي بہ
چيو تہ علم حديث ايجاد ڪندڙن جي تاريخ جيڪا تو پاڻ لکي
آهي تہ روم ۽ فارس جي فتح کان پوءِ مفتوح يهودين
عيسائين ۽ مجوسين گڏ جي مشورو ڪيو ۽ عربن جي فتح
تي ۽ پنهنجي شڪست تي پنهنجي دانشورن جي ٿنڪ ٽئنڪ
کان ريسرچ ڪرائي رپورٽون ٺهرايون، جن سين جو شڪست
بابت قدر مشترڪ تبصرو هي هئو تہ هي فتح عربن جي نہ
چئبي بلڪ هي عربن کي مليل ڪتاب قرآن جي فتح آهي هي
قرآن جي فڪر ۽ فلسفي، روم فارس ۽ عالمي صيهونيت جي
فڪر ۽ فلسفي کي شڪست ڏني آهي. هاڻي متن قرآن کي
دنيا منجهان ختم ڪرڻ انڪري ڏکيو آهي جو ان جي حفاظت
جو ذمو الله کنيو آهي سو مستقبل ۾ انهيءَ شڪست جو
بدلو هن صورت ۾ ٿي سگهندو جو انهن مسلم امت وارن کي
اسان پنهنجي بائيبل عهدنامہ عتيق ۽ جديد يعني توريت ۽
انجيل جي نالن سان اسان جيڪو پنهنجو ٻيڙو ٻوڙيو آهي
انهن اسان وارن ڪتابن جي فڪر ۽ فلسفي کي، هنن جي
نبيءَ جي نالي جاري ڪيل ۽ فرمايل علم حديث سڏيون پوءِ
انهن جي نسلن کي اسان پاڻ ظاهر ۾ مسلمان بنجي هنن جي
اولاد جا استاد بنجي وڃي انهن کي بہ اسان پاڻ پڙهايون ۽
علم جي لحاظ سان هنن کي پاڻ جهڙو بنايون ۽ هنن جي نبيءَ
کي مليل ڪتاب قرآن منجهان هنن وانگر پاڻ کي سڏاريون ۽
مسلم امت وارن کي ڪتاب قرآن جا صرف مرڻ کان پوءِ

ايصال ثواب وارا ختما پڙهي مئلن جي روح کي ثواب پهچائڻ
وارو ڪتاب قرار ڏئي ڇڏيون ۽ دنيا جي علم لاءِ مسلمانن
واسطي پاڻ واري بگاڙيل تحريف ڪيل بائيبل منجهان ناهيل
حديثن جي علم کي هنن جي لاءِ دنيا ۽ آخرت جي فلاح جو
مدار ڪري پيش ڪيون.

دوست سان گفتگو دوران ان مون کي جمن صاحب
جي ڪتاب ۾ تازو پڙهيل حديث بہ ٻڌائي جيڪا ان پنهنجي
ڪتاب جي صفحي نمبر 830 تي ابن ماجہ مصنف ابن ابي
شيبہ مسند احمد ۽ مجمع الزوائد جي حوالن سان لکي آهي تہ
ڪنهن ماڻهوءَ جو بهشت ۾ درجو وڌايو وڃي ٿو تہ اهو پڇي
ٿو مون کي هي اعزاز ڇا جي ڪري مليو آهي؟ پوءِ ان کي
چيو ويندو تہ تنهنجو پٽ دنيا ۾ تولاءِ بخشش جي دعا پڙهندو
هو ان ڪري توکي هي تعظيم ملي آهي يعني ڪمائي هڪڙو
تہ کائي ٻيو.

دوست جي صلاح تہ جمن جي ڪتاب جو جواب نہ لک
نهايت معقول هئي پر ٻي سنگت جواب جي ضرورت کي
دليلن سان وڌيڪ اهم ڪري مون کي ڪجهہ لکڻ لاءِ آماده
ڪيو پر لکڻ وقت جمن صاحب ۽ ٻي سنڌي پڙهندڙ عوام کي
علم حديث جي لکين حديثن جي ڪوڙي هجڻ لاءِ اڳتي ڪتاب
۾ جيڪي ثبوت پيش ڪندس اهي تہ اوهين بلڪل پڙهندا، پر
مون جيڪا هن وقت ڳالهہ لکي آهي تہ روم فارس ۽ يهودي
دانشورن پنهنجي بائيبل جي فلاسفي کي حديثن جي شڪل
۾ مسلم امت وارن کي نبي سائين جن جي حديثن جي نالي
سان مثل القرآن ۽ قرآن ثاني ۽ وحي خفي وغيره قرار ڏئي،





اصل قرآن ڪسي ورتو آهي جيڪو بخاري کي ٽيهہ سيپارا
ناهڻ سان قرآن ثاني ڪري اهو علم اسان جي مٿي ۾ هنيو
آهي. انهيءَ حقيقت جي تائيد ۾ آئون محترم محمد جمن
صاحب جي ڪتاب جو ئي حوالو پيش ڪيان تہ مناسب ٿيندو
جيڪو هن پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 520 تي ڪتاب
مسلم جي هڪ روايت ۾ عبدالله بن مسعود رضي الله عنہ
جو قول نقل ڪيو آهي تہ ان الشيطان ليتمثل في صورت الرجل فياتي القوم
فيحدثهم بالحديث من الكذب فيتفرقون فيقول الرجل منهم سمعت رجلا اعرف
وجهه ولا ادري ما اسمه يحدث.

ترجمو: شيطان هڪ ماڻهوءَ جي صورت ۾ ماڻهن وٽ
اچي ٿو پوءِ انهن کي ڪوڙين حديثن جون ڳالهيون ٻڌائي ٿو
پوءِ ماڻهو (انهن حديثن جي ڪري) فرقا فرقا ٿي وڃن ٿا پوءِ
انهن منجهان ڪوئي شخص چوي ٿو تہ مون هڪ شخص کان
ٻڌو جنهن جي شڪل تہ سڃاڻان ٿو پر نالي جي خبر ناهي اهو
حديث پيو بيان ڪري.

محترم جمن صاحب! پڪ سان اوهان قرآن جي حوالي
سان ضرور پڙهيو هوندو تہ جن انس شيطان ابليس اهي سڀ
ماڻهن جون ڪوالٽيون آهن هنن آيتن جي ثابتيءَ سان (6-72)
(18-50) (33-55). محترم محمد جمن صاحب جي ڪتاب جي منڍ
۾ ٻہ عدد مقدمہ هڪ عدد تقريظ ۽ هڪ عدد تقديم جي نالن
سان منهنجي متعلق مضمون لکيا ويا آهن انهن منجهان هڪ
شخص علامہ شبير احمد جمالي صاحب جي نالي سان هڪ
تقديم لکيل آهي اهي پنهنجي ان مضمون ۾ صفحي نمبر 70

تي لکڻ فرمائن ٿا تہ: اللہ تعالیٰ کے اس فرمان وَمَا يَنطِقُ عَنِ الْهَوَى. إِنْ هُوَ إِلَّا وَحْيٌ يُوحَى (3-4-53) کے اندر جو ہے کہ نبی علیہ السلام اللہ کی وحی سے ہی بات کرتے ہیں اب کامریڈ عزیز اللہ اور انکے ہم مشرب ہی بتائیں کہ کیا نبوت کے 23 سالہ دور میں نبی علیہ السلام کی زبان مبارک سے صرف قرآن ہی نکلا ہے۔ اور اس طویل دورانیے میں نبی علیہ السلام نے اپنی زبان سے قرآن حکیم کے علاوہ کوئی کلام ہی نہیں کیا ہے؟ اگر ایسا نہیں ہے۔ اور واقعتاً ہے بھی نہیں۔ تو اب یہ لوگ ہی بتائیں کہ نبی علیہ السلام نے قرآن حکیم کے سوا جو گفتگو فرمائی تھی وہ کہاں ہے؟؟؟ جبکہ وہ تھی بھی وحی الاہی کے ساتھ!!! کما قال اللہ تبارک وتعالیٰ اسی ایک سوال ہی سے اس کامریڈی کلچر کی پوری حقیقت منکشف ہو جاتی ہے۔ جو لوگ احادیث نبوی علیہ السلام کے منکر بن بیٹھے ہیں یہ آیت انکی اس حقیقت کو بھی عیاں کر دیتی ہے کہ وہ محض منکر حدیث نہیں بلکہ منکر قرآن بھی ہیں۔ هيتري تائين جمالي صاحب جي اقتباس جي عبارت پوري ڪجي ٿي. هن جي سموري ڳالهہ جو مقصد هي آهي تہ آيتن (4-3-53) جي دليل سان نبي عليہ السلام جن سموري حياتي ۾ قرآن سان گڏ ٻيون بہ جيڪي ۽ جيتريون ڳالهيون ڪيون آهن اهي سڀ جو سڀ وحي واريون ڳالهيون آهن اهي هنن جي مروج متداول ڪتابن ۾ موجود آهن. مونسان سنڌ يونيورسٽيءَ جي پرووائيس چانسلر مرحوم غلام رباني آگري يورپ جي ڪنهن علمي اداري جي حوالي سان ڳالهہ ڪئي تہ انهن علم حديث جي موجود ذخيري کي ڪمپيوٽر ۾ وجهي انهن ۾ بيان ڪيل ڳالهين واقعن لڙاين فيصلن سفرن وغيره جو انهي منجهان ٽائيم ۽ وقت معلوم ڪرڻ چاهيو تہ ايترا سڀ ڪم ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي عمر جو ڪيترو عرصو درڪار هوندو





۽ انهن ڳالهين ڪمن ڪارنامن کي ڪوئي ماڻهو ڪيتري وقت ۾ نباهي ۽ سرانجام ڏيئي سگهندو تہ ڪمپيوٽر منجهان جواب مليو تہ سوا ست سو سال انهن سڀن حديثن بيان ڪيل ڪمن ۽ قصن ۾ ڇاٽايل واري جي لاءِ عمر درڪار آهي. جيڪا ماجرا هنن حديثون گڏ ڪرڻ وارن نبوت جي ٽيويهن سالن منجهان هٿ ڪري حديثن اندر آندي آهي پر ڪٽي ڪمپيوٽر بہ متان عزيزالله ٻوهيي وانگر منڪر حديث هجي پر اصل ڳالهہ اهل حديثن جي خدمت ۾ ۽ خاص ڪري فضيلة الشيخ شبير احمد جمالي جي خدمت ۾ هيءَ عرض ڪرڻي آهي تہ اوهان جيڪو نبي سائين عليہ السلام جي هر ڳالهہ کي الله جو وحي قرار ڏيو ٿا تہ پوءِ هن ئي ڪتاب جي صفحي 996 جي حوالي سان لکي آهي تہ رسول الله عليہ السلام فرمايو تہ اذافسا احدکم فی الصلاۃ فلینصرف فلیتوضأ ولیعد الصلوۃ. يعني جڏهن اوهان منجهان ڪوئي هڪڙو ڦوس ڏئي نماز دوران تہ اهو (نماز ڇڏي) هليو وڃي پوءِ ٻيهر وضوڪري ۽ موٽائي پڙهي نماز ڪي.

اڳتي ساڳئي صفحي تي محمد جمن صاحب وري ٻي حديث آندي آهي بخاري، مسلم، ترمذي، ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ جي حوالن سان تہ نبي عليہ السلام جن فرمايو تہ لاينصرف حتي يسمع صوتا، اويجدريحا. (يعني نماز ۾ ڦوس ڏيڻ وارو شخص) ايتري تائين نہ موٽي جيتري تائين (هوا خارج ٿيڻ جو) آواز نہ ٻڌي (يعني ڦوس بدران ٺٺ مهل موٽي) يا جيڪڏهن ٺٺ ڦوس جي بہ خبر نہ پئي اٿس تہ ڌپ اچڻ جي صورت ۾ نماز ڇڏي وڃي وضو ڪري هاڻي پڙهندڙ پائر

سوچين تہ هي لازم تہ ناهي جو هر وقت هر ٽٽ ڦوس ۾ بدبو بہ هجي ڪئي صورتن ۾ ٽٽ ڦوس جي اندر ڪا بہ بدبو ڪانہ بہ ٿيندي آهي. پر محترم بشير احمد جمالي صاحب! ۽ محمد جمن ڪنير صاحب! هنن ٻن حديثن جي نقل ڪيل الفاظن ۾ تضاد بينو آهي تہ پهرين حديث ٻڌائي ٿي تہ ڦوس ڏيڻ مهل نماز ڇڏ ٻيهر وجي وضو ڪري ۽ ٻيهر نماز موٽائي پڙهي ٻي حديث ۾ آهي تہ (ڦوس بدران) ٽٽ هٽي يا جيڪڏهن ٽٽ بہ نہ ٻڌي سگهيو آهي تہ ڏپ اچڻ جي بنياد تي نماز ختم ڪري پوءِ ٻيهر وضو ڪري ٻيهر نماز پڙهي. جمن صاحب لکيو آهي تہ اها پوئين حديث واري ڳالهہ ان ماڻهوءَ لاءِ آهي جيڪو وهم ۽ شڪ جو مريض هجي يعني پوئين حديث اهڙن وهمي مريضن لاءِ آهي جنکي پنهنجي بہ ٽٽ ڦوس جي خبر نہ پوي سو انهيءَ توجيهہ تي جمن صاحب جي خدمت ۾ عرض آهي تہ جنهن وهمي ماڻهوءَ کي پنهنجي ٽٽ ڦوس جي صورت ۾ هوا خارج ٿيڻ جو احساس ناهي ان لاءِ اوهان جي حديث بدبوءِ اچڻ جي نشاني کي نماز ٽوڙڻ ۽ ٻيهر وضو ڪرڻ لاءِ حديث ۾ حڪم ڏنو آهي سو جيڪڏهن اهڙي وهمي ماڻهوءَ کي دوران نماز پاڙي جي ڪنهن اتي مسجد ۾ بغير نماز جي ويٺل ماڻهوءَ جي ٽٽ ڦوس جي بدبو اچي وڃي تہ ان صورت ۾ ان ائين ويٺل ماڻهوءَ کي تہ اٿي وجي ٻيهر وضو ڪرڻو ڪونهي پوءِ انجي ٽٽ ڦوس جي ڏپ تي ڇا هي نماز ۾ بيٺل وهمي ماڻهو پرائي بدبودار ڦوس کي پنهنجي ڦوس سمجهي نماز ڇڏي وجي ٻيهر وضو ڪري؟ ڇو تہ اوهان جي بقول هن کي ڏپ تہ ضرور آئي آهي يا توهان جو خيال آهي تہ پر ۾ ان ويٺل





ماڻهوءَ کان نماز ڇڏي پوءِ پڇي تہ مون کي ڏپ آئي آهي اها ڦوس توهئين الائي مون هنئين، اتي جمن صاحب! اهو بہ ڏسيندا تہ اهو وهمي ماڻهو پر ۾ ويٺل ماڻهوءَ کان ڏپ اچڻ ڪري نماز ڇڏي ترت ئي پڇي يا نماز پوري ڪري پوءِ پڇي تہ اها ڏپ واري ٽٽ ڦوس توڏني الائي مون ڏني؟ جمن صاحب! ۽ جناب شبير احمد جمالي صاحب! ڇا هي بهتر نہ ٿيندو تہ اهڙو وهمي ماڻهو دوران نماز ڏپ اچڻ مهل جلدي نماز ڇڏي پر ۾ ويٺل ماڻهوءَ کان پڇي تہ اها فوس يا ٽٽ تنهنجو آهي الائي منهنجو؟ اها جلدي هن ڪري تہ اهو پروارو شخص هن جي نماز پوري ڪرڻ کان ڪٿي اڳيئي اٿي هليو نہ وڃي هاڻي اوهان اهلحديثن جي عقيدي مطابق نبيءَ سائين جن کي ڄڻ تہ ٻہ قسم وحي آيو آهي هڪڙو قرآن وارو ٻيو حديثن وارو وحي خفي. سو هن صورت ۾ سڄي قرآن اندر وحي جليءَ جي هڪڙي بہ آيت ڪانهي جنهن ۾ وضو ٽٽڻ جي ڪا ڳالهہ هجي ۽ علم حديث جي وحي خفي بابت اوهان جو نظريو آهي تہ اهو قرآن جي مختصر مسئلن کي کولي ٿو سو اوهان واري وضوءَ جو بہ ذڪر تہ سڄي قرآن ۾ نالي سميت تفصيل ڪونهي هاڻي اهڙي نامعلوم معدوم شيءِ کي جيڪو اوهان جي حديثن کوليو آهي ڇا ٻڌائي سگهندا جو هتي تہ اوهان واري ان وحي خفي جي اندر بہ ابهام ۽ اختصار آهي جنهن جو ڪوئي تفصيل ڪونهي. پوءِ تہ بقول توهان جي جهڙو مبهم ۽ مختصر قرآن وارو وحي تهڙو توهان جي امامن جي ناهيل حديثن وارو وحي خفي.

## الٹا چور کوتوال کو ڈانٹے

محمد جمن صاحب! توهان پنهنجي ڪتاب ۾ بار بار مونکي بي ادب گستاخ ۽ الائي ڇا ڇا سڏيو آهي اها تہ توهان جي نهايت اک جي پڪائي آهي جو اوهان پنهنجيون گستاخيون جيڪي نبي عليہ السلام جن کي حديثن ۾ اوهان جي امامن جون ڏنل ڪچيون گاريون آهن انهن کي لڪائڻ لاءِ اها اوهان جي چالبازي آهي.

محترم ڪنير صاحب! آئون عزيزالله بوهيو ناموس رسالت، ناموس اصحاب رسول ناموس ازواج مطهرات جو محافظ آهيان چوڪيدار آهيان مون اوهانجي اصحاب رسول جي دشمن مجوسي امام امام ترمذي کي امت جي اڳيان پڌرو ڪري ثابت ڪيو آهي تہ هن پنهنجي حديث ۾ شهر مديني ۾ جناب رسول جي پويان نماز پڙهڻ دوران بعض اصحاب رسول لاءِ لکيو آهي تہ مسجد ۾ هڪ سهڻي عورت نماز پڙهڻ ايندي هئي پوءِ ڪي صحابي ڄاڻي واڻي آخري صف ۾ نماز دوران بيهندا هوا تہ جيئن رڪوع ڪرڻ دوران عورتن جي آخري صف ۾ بيٺل ان عورت کي بغلن کان جهاتيون پائي ڏسي سگهن، ڪنير صاحب! اها حديث توهان واري مجوسي امام ترمذي اصحاب رسول جي شان ۾ گستاخي ڪندي آيت ڪريمہ وَلَقَدْ عَلِمْنَا الْمُسْتَقْدِمِينَ مِنكُمْ وَلَقَدْ عَلِمْنَا الْمُسْتَأْخِرِينَ (15-24) جي تفسير ۾ لکي آهي توهان پنهنجي اهڙي علم حديث کي قرآن جو تفسير ڪرڻ واريون حديثون سڏيندي لڪو ٿا تہ انهي علم حديث کان سواءِ قرآن سمجهہ ۾ ڪونہ ايندو! شرم شرم. شرم





وارن لاءِ. ٻڏي مرو اصحاب رسول جي شان خلاف گستاخي واريون اهڙيون حديثون آڻڻ تي، ٻڏي مرو انهيءَ حديث کي آيت ڪريمہ (15-24) جو تفسير ۽ تشريح ڪرڻ واري حديث سڏڻ مهل.

قديم فارس ازبڪستان جي رهواسي اوهان جي ڀهروپئي امام بخاريءَ جناب رسول عليہ السلام مٿان هڪ آيت ڪريمہ (5-117) کي بطور تائيد پيش ڪندي پنهنجي ڪوڙين حديثن ۾ اصحاب رسول تي تبرا ڪرائي آهي تہ وانہ يجاء برجال من امتى فيؤخذ بهم ذات الشمال فاقول كما قال العبد الصالح وكنت عليهم شهيدا مادمت فيهم فلما توفيتنى كنت انت الرقيب عليهم فيقال ان هٰؤلاءِ لم يزالوا مرتدين على اعقابهم منذ فارقتهم (بخاري ڪتاب التفسير ۾ سورت مائده جي مٿين آيت جي حوالي سان) يعني قيامت جي ڏينهن ڪجهہ ماڻهو منهنجي امت منجهان آندا ويندا پوءِ ورتو ويندو انهن کي دوزخي ماڻهن جي کاٻي طريقي سان پوءِ آئون چوندس تہ اي منهنجا رب هي ويچارا تہ منهنجا اصحابي آهن پوءِ مونکي چيو ويندو تہ (آهن تہ تنهنجا اصحابي پر) اهي تنهنجي جدا ٿيڻ کانپوءِ هميشہ لاءِ مرتد ٿي رهيا هئا. پنهنجي پونين پيرن پر (حديث ختم) ڪنير صاحب! ههڙي خرافات ڀري ڪوڙي حديث ۾ تو واري امام جي تبرا، وڏي شرم جهڙي ڳالهہ آهي شرم حياء رکندڙ ماڻهن لاءِ. هن حديث ۾ اصحاب رسول تي تبرا ڪرڻ لاءِ حديث ٺاهڻ وارن هڪ طرف جناب رسول عليہ السلام جي توسط سان اصحاب رسول کي نعوذبالله مرتد سڏيو آهي ٻئي نمبر تي هن تبرا لاءِ آيت ڪريمہ

۾ وَكُنتُ عَلَيْهِمْ شَهِيدًا مَّا دُمْتُ فِيهِمْ فَلَمَّا تَوَفَّيْتَنِي كُنتَ أَنتَ الرَّقِيبَ عَلَيْهِمْ وَأَنتَ عَلَىٰ
كُلِّ شَيْءٍ شَهِيدٌ (5-117) هڪ طرح سان جناب رسول عليہ السلام
طرفان اصحاب ڪرام جي مرتد بڻجي وڃڻ تي معذرت
ڏيکاري وئي آهي ۽ انهن حديث ٺاهيندڙ ڀهروپين امامن ڪي
اصحاب رسول عليہ السلام ڪي مرتد قرار ڏيڻ لاءِ جناب
رسول ۽ آيت قرآن (5-117) جي سهاري ونڻ مهل ڪوبہ شرم
نہ آيو هن باوجود جو رب تعاليٰ پنهنجي نبي عليہ السلام سان
گڏ رهڻ وارن سڀن ساٿين لاءِ پڌري پٽ هي بہ اعلان ڪري
ڇڏيو آهي تہ وَالسَّابِقُونَ الْأَوَّلُونَ مِنَ الْمُهَاجِرِينَ وَالْأَنصَارِ وَالَّذِينَ اتَّبَعُوهُم
بِإِحْسَانٍ رَّضِيَ اللَّهُ عَنْهُمْ وَرَضُوا عَنْهُ وَأَعَدَّ لَهُمْ جَنَّاتٍ تَجْرِي تَحْتَهَا الْأَنْهَارُ خَالِدِينَ فِيهَا
أَبَدًا ذَٰلِكَ الْفَوْزُ الْعَظِيمُ (9-100) يعني جناب رسول عليہ السلام جا
منهڙيا ۽ ڀهريان ساٿي مهاجر توڙي انصار ۽ جن انهن جي بہ
سهڻي نموني تابعداري ڪئي انهن سڀن کان الله راضي ۽
اهي سڀ الله کان راضي انهن لاءِ رب تعاليٰ باغات نهرن پريا
تيار ڪيا آهن، جن ۾ اهي هميشہ رهندا، اها انهن جي وڏي
ڪاميابي آهي.

سو قرآن حڪيم جي جناب رسول عليہ السلام جي
ساٿين لاءِ جنتي هجڻ جي اهڙي وڏي ڪليل شاهديءَ ڪانپوءِ
ازبڪستان جي ڀهروپئي امام بخاريءَ جي اصحاب رسول
متعلق مرتد ٿي وڃڻ جي شاهدي اها امام بخاري جي اندر جي
پليتيءَ جو وڏو ثبوت آهي ۽ جمن ڪنيز صاحب بہ جيڪڏهن
اهڙي دشمن اصحاب رسول، ازبڪ امام جي تبرا وارين
حديثن کي قرآن جو تفسير قرار ڏيئي ٿو تہ اهو مهرباني





ڪري ايمان جون دعائون پڙهي، هي حياتي تمام ٿوري آهي
رهيو معاملو فرعوني هاماني قاروني نظرين جي حامي امامن
جو سو انهن لاءِ تہ رب تعاليٰ اعلان ڪري ڇڏيو آهي تہ
وَجَعَلْنَاهُمْ أَئِمَّةً يَدْعُونَ إِلَى النَّارِ وَيَوْمَ الْقِيَامَةِ لَا يُنصَرُونَ (41-28) يعني اسان
جي قانون، مخالف قرآن گينگ جي ماڻهن کي دوزخ طرف
سڏيندڙن جو امام بنائي ڇڏيو آهي جو فيصلي واري ڏينهن
انهن جي ڪابہ مدد ڪانہ ڪئي ويندي.

اوهان حديث پرست سنين شيعن اهل حديثن مجوسي
امامن جي جوڙيل علم حديث کي جيڪو الله جي طرفان وحي
خفي ۽ غير متلو جي لقبن سان، قرآن ثاني ڪري پيش ڪيو
آهي پوءِ جڏهن الله عزوجل پنهنجي ڪلام جي لاءِ فرمايو آهي
تہ إِنَّا نَحْنُ نَزَّلْنَا الذِّكْرَ وَإِنَّا لَهُ لَحَافِظُونَ (9-15) اسان هن ذڪر واري
ڪتاب کي نازل ڪيو آهي ۽ اسان ئي هن جي حفاظت ڪرڻ
وارا آهيون تہ پوءِ اوهان جي ڪوڙين حديثن جو ڪاٿو هڪڙو
تہ ٿلهي ليکي قرآن ٻڌايو آهي تہ اهي سڀ ڪوڙيون آهن انهن
سڀن منجهان هڪڙي بہ حديث جناب خاتم الانبياء عليہ السلام
جي ناهي هن آيت ڪريمہ جي ثبوت سان (69-45-46).

ٻيو جيڪڏهن سنهين ليکي امامي حديثن جي ڪوڙي
هجڻ جو وچور پيش ڪيون تہ انجي چيرائڻ جو حرج خرچ
جمن پائي ڪٿي تہ هڪ ضخيم ڪتاب لکڻ لاءِ بہ حاضر آهيون
ان لاءِ هي بہ سمجهي ڇڏيو توهان وارن امامن جي حديثن جي
پرک صرف قرآن ذريعي ڪئي ويندي ۽ اهڙي ايندڙ ڪتاب ۾
حديثن جي ڪوڙيون هجڻ جي ڪسوٽي صرف قرآن هوندو

پلي جمن صاحب سمپل ٻہ چيڪ ڪري وٺي مثال طور علم
حديث جي سين ڪتابن جي سين ڪتاب الفتن ۾ ڪتاب
علامات قيامت جون سڀ حديثون گڏ ڪبيون تہ اهي هزارن
جي تعداد ۾ ٿي وينديون جن سڀن جي ڪوڙين هجڻ لاءِ قرآن
حڪيم جي صرف هڪڙي ننڍڙي آيت ئي ڪافي آهي تہ فَيَأْتِيَهُم
بَغْتَةً وَهُمْ لَا يَشْعُرُونَ (26-202) يعني انهن بائيبل منجهان ٺاهيل
هزارين اسرائيلي حديثن بابت قرآن فرمايو تہ قيامت واري
پڪڙ اوچتو ٿيندي جو اڳواٽ قيامت جي اچڻ جي انهن کي
لکا ئي نہ پوندي. هاڻي ٻڌاءِ جمن صاحب! تو واريون علامات
قيامت جون هزارين حديثون تہ هڪ ئي ڏڪ سان دڦ ٿي ويون
جمن صاحب! ڇا اوچتو اچڻ واري شي سابہ اهڙي نموني جنهن
جي پرک ئي نہ پوي تہ ان جون نشانيون ٻڌائڻ واريون حديثون
تہ گويا الله جي قرآن جو تفسير ڪرڻ بدران ڇڻ تہ ان کي
ڪوڙو پيون قرار ڏين تہ نہ نہ قيامت اوچتو ڪا نہ ايندي وڏن
دهلن دمامن سان يعني علامات ۽ نشانين ڪانپوءِ ايندي ڇا جمن
خان حديثن جو تفسير ڪوڙو ثابت ڪونہ ٿيو؟ محترم شبير
جمالي صاحب جنهن کي پنهنجي اسم گرامي شبير لفظ جي
معنىٰ بہ معلوم ڪانهي اهو بہ جمن صاحب سان سر ۾ سر
ملائي سوال ٿو ڪري تہ وَمَا يَنطِقُ عَنِ الْهَوَىٰ. إِنْ هُوَ إِلَّا وَحْيٌ يُوحَىٰ (4-3-
53) جي جڏهن معنىٰ آهي تہ نبي سائين جن جي سموري
گفتگو وحي واري آهي تہ پوءِ ڇا پاڻ ڪريمن پنهنجي پوري
حياتي ۾ صرف ۽ صرف قرآن ٻڌايو آهي ٻيون ڪي بہ
ڳالهيون ڪونہ فرمايون آهن؟ محترم شبير جمالي صاحب ۽





محمد جمن ڪنير صاحب! شال رب پاڪ اوهان کي پنهنجي
ڪتاب قرآن تي ريسرچ ڪرڻ لاءِ وقت ڏيڻ جي توفيق عطا
فرمائي قرآن حڪيم مٿي ڄاڻايل آيتن ۾ فن تقابل جي حوالي
سان بہ لفظ هوي ۽ وحي يوحي آمهون سامهون آڻي خاص
ڪري منڪرين قرآن کي سمجهائڻ گهريو آهي تہ جڏهن وحي
واري ڪلام تي جهيڙو ناهي ۽ ان جي معنىٰ تي اتفاق آهي
تہ اهو الله جي پاران آهي تہ ڳالهہ ظاهر ٿي پئي تہ ان جي
مقابل لفظ هوي جي معنىٰ ثابت ٿي تہ بجاءِ وحي جي پنهنجي
دليئن ڳالهيون ڪرڻ اها معنىٰ بہ ٻئي مقام تي قرآن پاڻ ڏسي
آهي مهرباني فرمائي امت وارن تي احسان ڪندي قرآن جي
اها ٻڌايل معنىٰ سورت ابراهيم جي آيت نمبر ستٽيهہ ۾ پڙهي
ڏسندا. سو اوهان جيڪا دعوىٰ ڪئي آهي تہ قرآن ڪانسواءِ بہ
نبي عليہ السلام جن جي گفتگو إِنْ هُوَ إِلَّا وَحْيٌ يُوحَىٰ (4-53) ۾ شامل
آهي يعني اها بہ مثل قرآن ۽ خود قرآن ثاني آهي تہ پوءِ گهٽ
۾ گهٽ جناب نبي عليہ السلام جي شان مبارڪ ۾ جڏهن جو
هو مدينة المنوره ۾ پنهنجي عمر جي ٽيونجاهہ سال کي پهچڻ
مهل هجرت ڪري آيا آهن تہ اوهان جي امامن سندن توهين
ڪندي هيءَ حديث ٺاهي آهي تہ ڪين ان عمر تائين اها بہ خبر
ڪانہ پئي هئي تہ ڪجين جا وڻ نرائڻ ڪان پوءِ ڦرڏيندا آهن
بغير نر جي فصل نہ لهندو آهي ۽ پاڻ ڪريمن شهر مديني جي
ماڻهن کي بقول توهان جي وحي خفي ذريعي ڪجين کي نرائڻ
ڪان روڪي ڇڏيو تہ الله بغيران پراسيس جي پاڻيهي فصل
ڏيندو. ماڻهن ان توهان واري وحي خفي قسم جي حديث

رسول تي عمل ڪندي ڪجين ۾ نر ڪونہ وڌو ۽ وقت اچڻ تي
فصل لٿو ئي ڪونہ هتي تہ وحي خفي ۽ غير متلو ۽ مثل قرآن
علم تہ ڪوڙو نڪري پيو ۽ پوءِ اڳتي لاءِ نبي سائين جن
ماڻهن کي پنهنجن تجربن تي هلڻ لاءِ حڪم ڏنائون. جمالي
صاحب فرمائي ٿو نبي سائين جي هر ڳالهہ وحي مطابق هوندي
آهي ۽ وحي تہ الله موڪليندو آهي پوءِ ڇا الله کي بہ خبر ڪانہ
پئي تہ ان پاڻ وحي جليءَ ۾ نباتات لاءِ بہ جوڙي جو قانون
ناهيو آهي (53-20) پوءِ ڇا الله کان پنهنجو بہ جوڙيل قانون
وحي خفي موڪلڻ مهل وسري ويو. يعني نعوذبالله رسول
سان گڏ الله تي بہ ڪوڙ.

پڙهندڙ پائرو! حقيقت هيءَ آهي تہ هيءَ حديث منديائون
ئي هترادو ۽ ڪوڙي آهي هن حوالي سان تہ جناب نبي عليہ
السلام جن ٽيونجاهہ سالن جي عمر تہ ڇا پر نبوت ملڻ واري
عمر چاليهہ سالن کان بہ اڳي مڪمل دنياوي معاملن ۽ تجربن
کان بہ باخبر ۽ آگاهہ هوا، نبوت تہ ملندي ئي هن لاءِ آهي تہ هر
نبي انقلاب آڻن کان پوءِ حڪمران بہ بڻبو آهي سو ڇا رب
تعالیٰ ايڏي وڏي ڪم لاءِ جنهن جو انتخاب ڪندو ان کي
ٽيونجاهہ سالن تائين اها بہ خبر ڪانہ هوندي تہ ڪجيءَ جو وڻ
فصل ئي تڏهن ڏيندو آهي جڏهن جو ان ۾ نر وڌو وڃي. مطلب
تہ نبوت ملندي ئي اهڙي ڪامل ۽ مڪمل انسان کي آهي
جيڪو معيشت ۽ معاشرت جي سين تقاضائن کان آگاهہ هجي،
جناب رسول عليہ السلام جن جنهن قبيلي قريش منجهان آهن
قرآن فرمائي ٿو تہ سياري اونهاري انهن جي واپار جا قافلا
جاڏي تاڏي سدائين سفر ۾ هوندا هئا (2-106) تہ ڇا هو ان





تجارتي سياحت ذريعي ڪجين جي ڦرڏيڻ لاءِ انهن ۾ نر وجهڻ
جي ضرورت کان نبوت ملڻ کان ٽيرنهن سال پوءِ بہ بي خبر
رهيا هوندا!!!! افسوس جو حديثن ناهڻ وارن جناب رسول
ڪريم جن کي ڪيترو تہ هلڪو ڪري پيش ڪيو آهي جو
ڪين ڪنهن حديث ۾ فرضي رولو رنن کان پيا ٿا گاريون
ڏيارن ۽ ڪاٿي وري امام مسلم جي حديث ۾ اهو لکڻ تہ ابو
حذيفہ جي زال نبي سائين کي چيو تہ مون وٽ سالم ايندو
آهي جيڪو هن وقت هو وڏي عمر وارو آهي ۽ ان جي مون
وٽ اچڻ تي آئون پنهنجي مڙس ابو حذيفہ کي غصو ڪندي
محسوس ڪندي آهيان تہ جواب ۾ حديث ناهڻ واري امام
مسلم لکيو آهي تہ نبي سائينءَ ان عورت کي چيو تہ تون
سالم کي ٿڃ پياري ڇڏ پوءِ پلي پيو تو وٽ هو اچي وڃي.
يعني هي حديثون ناهيندڙ امام قانون جي لتاڙ بہ جناب نبي
عليہ السلام کان پيا ٿا پنهنجي روايتن ۾ ڪرائن. بهرحال
مون کي محترم شبير جمالي ۽ محمد جمن ڪنير جي سوال
تہ نبي عليہ السلام جن سواءِ قرآن جي جيڪي بہ ڪجهہ
ڳالهيندا هئا، اهو ڪاڏي ويو ان جو هڪڙو جواب تہ نبي
سائين جن جون سواءِ قرآن جي پيون سڀيون حديثون بہ الله
جي حفاظت واري وحي هيٺ (9-15) نہ هجڻ ڪري بقول قرآن
جي تہ اهي قرآني وحي واري علم جون بہ نہ هئيون ان ڪري
انهن جي حفاظت جو بہ ذمو الله ڪو نہ کنيو ان ڪري
محفوظ نہ رهي سگهيون. ٽئين نمبر تي رب پاڪ اهل حديثن
۽ جملي حديث پرست ماڻهن کان سوال ٿو ڪري تہ توهان کي
جيڪي احسن الحديث يعني دنيا جهان جي سين حديثن کان

وڏيڪ سهٽيون حديثون ڪتاب قرآن جي شڪل ۾ ڏنيون
ويون آهن (23-39) أَوَلَمْ يَكْفِهِمْ أَنَّا أَنزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتَابَ يُتْلَىٰ عَلَيْهِمْ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ
لَرَحْمَةً وَذِكْرَىٰ لِقَوْمٍ يُؤْمِنُونَ (51-29) ڇا انهن کي اهي الڪتاب
واريون وحي متلو واريون حديثون ڪافي نہ آهن؟ جن ۾
رحمت ۽ نصيحت آهي مومن قوم لاءِ. يعني ڪتاب قرآن
ڪافي آهي جڏهن اوهان کي ڪافي علم ڪافي ڪتاب ملي
ويو ان هوندي بہ جيڪڏهن ڪا ٻي شيءِ گهرو ٿا تہ هي ثابت
ٿي ويو تہ اوهان کي قرآن جي ڪافي هجڻ مٿان ايمان ڪونهي
ڪو.

## هڪ ضروري وضاحت

عربي ٻوليءَ ۾ حديث جي معنىٰ آهي "ڳالهہ" پوءِ اها
ڳالهہ ڪنهن جي بہ هجي ڪير بہ چوي، الله عزوجل قرآن
حڪيم ۾ پنهنجي آيتن کي بہ حديث سڏيو آهي (23-39) (6-
45) ۽ يهودين جي گفتگو ۽ ڳالهين کي بہ حديث سڏيو آهي
(2-76) نبي عليہ السلام جن جي پنهنجي گهر وارين سان
ڳالهہ ٻولهہ کي بہ قرآن حديث سڏيو ويو آهي (3-66). پر ان
لغوي ۽ اصلي معنىٰ کان علاوه هڪ اصطلاح جي طور ماڻهن
علم الحديث جي نالي سان قرآن جي تفسير جي نالي سان دين
اسلام جي قانون جي نالي سان جناب خاتم الانبياء عليہ
السلام جي طرف منسوب ڪيل آهن اهي سڀ ڳالهيون ۽
حديثون قرآن جي مطابق نبيءَ سائين جن جون آهن ئي ڪونہ
(45-69) پوءِ اهڙين فرضي ڳالهين ۽ فرمودن کي بہ باقاعدي





هڪڙي فن ۽ موضوع جي شڪل ڏيڻ وارن جي سڌوسنئون
جنگ قرآن سان ثابت پئي ٿئي.

جنهن لاءِ محترم جمن ڪنير صاحب مون خلاف لکيل
ڪتاب "فتنہ انڪار حديث جي صفحي نمبر 75 ۽ 76 تي لکي
ٿو تہ اسين انهن ماڻهن کان پڇون ٿا، جيڪي صرف ۽ صرف
قرآن مجيد جي ڳالهہ ڪن ٿا تہ نبي صلي الله عليہ وسلم جن
الله تعالى جي سمجهايل احڪامن کي جڏهن پنهنجن لفظن ۾
سمجهايو تہ اها سمجهاڻي ڪيڏانهن وئي ۽ انکي ڪهڙو نانءُ
ڏبو؟ (يعني جمن صاحب ۽ انجي اسلاف ان کي علم حديث
جو نالو ڏنو آهي نالي ڏيڻ جي مٿان اسان کي ڪو بہ اعتراض
ڪونهي پر اسان صرف ۽ صرف هيتري گذارش ڪنداسين تہ
نبي سائين جن جي طرف نسبت ڪيل ڳالهين جي گارنٽي
ڪهڙي آهي تہ اهي ڳالهيون جناب رسالتمآب عليہ السلام
جون آهن.

محترم جمن ڪنير صاحب! مون وٽ تہ گارنٽيءَ جو
ڪتاب قرآن آهي جنهن کي تنهنجي سلف وارو امام اوزاعي
گارنٽي طور مڃي ئي نٿو ۽ چوي ٿو تہ السنة قاض علي
ڪتاب الله يعني علم السنة (علم الحديث) اهو الله جي ڪتاب
قرآن مٿان جج ۽ حاڪم آهي. انهيءَ جاهل ۽ قرآن دشمن امام
اوزاعي کان ڪير پڇي ٻڌائي تہ سنت جو لفظ سڄي قرآن ۾
ڪنهن هڪ بہ هنڌ تي جناب رسول ڪريم جن سان گڏ
استعمال ٿيو آهي؟ جڏهن تہ اندازاً پندرنهن ڀيرا سنت جو لفظ
قرآن حڪيم ۾ ورجايو بہ ويو آهي پوءِ ٻڌايو وڃي تہ هنن
سنت رسول، سنت رسول جي جيڪا وارو وارو لائي ڏني آهي

ان جو شجرو قرآن منجهان تہ ثابت ڪري ڏيکاريو. باقي جيڪو مون جمن صاحب جو سوال ذڪر ڪيو (نبي عليہ السلام جن الله تعالىٰ جي سمجهايل احڪامن کي جڏهن پنهنجي لفظن ۾ سمجهايو تہ اها سمجهاڻي ڪيڏانهن ويئي) محترم جمن صاحب اوهان پنهنجي سوال ۾ جيڪو جملو نبي عليہ السلام جن لاءِ چيو تہ (پنهنجي لفظن ۾ سمجهايو) اهو جملو اوهان جي پنهنجي گهڙاوت آهي اوهان جي حديث ساز سلف وانگر قرآن حڪيم کي اوهان غور سان پڙهڻ لاءِ وقت ئي ڪونہ ٿا ڏيو ان ڪري تہ جناب رسول عليہ السلام جن کي رب تعالىٰ پابند بنائي ڇڏيو آهي تہ فَذَكِّرْ بِالْقُرْآنِ مَن يَخَافُ وَعِيدِ (50-45) يعني (اي نبي) قرآن سان ئي نصيحت ڪر خوف خدا رکڻ وارن کي آيت ڪريمہ جي هنن لفظن توهان وارن ”پنهنجي لفظن واري سمجهاڻي“ کي رد ڪري ڇڏيو آهي ۽ محترم محمد جمن ڪنير صاحب دنيا جي حياتي ٿورڙي آهي جاڻ موت جو سڏ آيو. توهان ساڳئي حوالي سان لکو ٿا تہ (الله تعالىٰ پيغمبر عليہ السلام جن کي حڪم پيو ڪري تہ توهان منهنجن احڪامن کي جيڪي بظاهر مختصر آهن انهن کي کولي بيان ڪريو اهو تڏهن ممڪن ٿي سگهي ٿو جڏهن انهن احڪامن کي سلوٽي انداز ۾ بيان ڪيو وڃي) محترم جمن صاحب اوهان پنهنجي هنن لفظن ۾ قرآن حڪيم جي ٻولي ۽ انداز جي مٿان بہ الزام هنيا آهن هڪ تہ اوهان قرآن کي مختصر سڏيو آهي، پر قرآن حڪيم اوهان ۽ اوهان جي سين همنوائن کي ٻڌائڻ گهري ٿو تہ أَفَغَيْرَ اللَّهِ أَبْتَغِي حَكَمًا وَهُوَ الَّذِي أَنزَلَ إِلَيْكُمُ





الْكِتَابَ مُفَصَّلًا (6-114) محمد جمن صاحب توهان سمجهي سگهيا هن آيت کي؟ فرمان آهي تہ غير الله کي حاڪم نہ مڃو هي اعلان توهان واري امام اوزاعي ۽ ان جي پوئلڳن لاءِ آهي تہ الله حڪم ۽ حاڪم آهي الله جو ڪتاب الله جو ڪلام حڪم ۽ حاڪم ۽ تفصيل ڪيل آهي سو بہ مِن لَّدُنْ حَكِيمٍ خَبِيرٍ (11-1) يعني قرآن جو تفسير الله حڪيم ۽ خبير پاڻ ڪيو آهي. هن آيت ڪريمہ ۾ رب پاڪ محمد جمن ۽ ان جي همنوائن کي بہ ڄاڻائڻ گهريو آهي تہ مون اوهان جي طرف مفصل تفصيل ڪيل ڪتاب نازل ڪيو آهي (7-52) (11-1) وڌيڪ توهان لکيو آهي تہ (بظاهر مختصر آهي) انهيءَ بظاهر لفظ ملائڻ ۾ جڻ تہ اوهان قرآن اندر باطنيت کي آڻڻ گهرو ٿا جيڪا باطنيت خود اوهان واري علم حديث جي پيداوار آهي؟ ان لاءِ توهان کي باطني فرقي وارن جون حديثون معلوم هونديون. ۽ ٻيو الزام تہ توهان جي خيال ۾ قرآن جي ٻولي سلوٽي ناهي سو ماڻهن سان ڪوڙ نہ ڳالهايو تہ قرآن پنهنجي انداز ۾ سمجهڻ ۾ سلوٽو ناهي ۽ ڏکيو آهي آسان ۽ سلوٽو ناهي رب پاڪ قرآن کي سمجهڻ لاءِ آسان ۽ سلوٽو ڪري نازل فرمائڻ جو ڇهہ ڀيرا اعلان فرمايو آهي تہ وَلَقَدْ يَسَّرْنَا الْقُرْآنَ لِلذِّكْرِ فَهَلْ مِن مُّدَّكِرٍ (54-17) (54-62) (54-40) (19-97) (44-59) جمن صاحب! اوهان جيڪو ماڻهن جو مٿو کائي ويا آهيو ۽ هل هلايو آهي تہ علم حديث قرآن جو تفسير ڪري ٿو تشريح ڪري ٿو تفصيل ڪري ٿو سو اوهان کي ۽ اوهان جي سلف واري جملہ گينگ کي چئلنج آهي تہ لکين حديثن منجهان ڪا بہ هڪڙي اهڙي

حديث ڏيڪاريو جنهن ۾ نبي سائين جن جيڪي نهايت اعلىٰ
درجي جا معلم القرآن استاد هوا (29-2) انهن پنهنجي ڪنهن
بہ هڪڙي حديث ۾ ڪا هڪڙي سورت قرآن منجهان تلاوت
فرمائي پوءِ ان جو درس ۽ تفسير يا تشريح پنهنجي حديث ۾
بيان ڪئي هجي ڪابہ سورت پلا نہ سهي ڪي بہ ٽي آيتون يا
هلو ڪٽي ٻہ ئي آيتون نہ سهي ڪا هڪڙي بہ آيت نبي سائين
جن تلاوت فرمائي هجي پوءِ انجو تفسير ۽ تفصيل پنهنجي
درس قرآن ۾ بطور حديث سيکاريو هجي اوهان ۽ اوهان جي
سين امامن کي چئلنج آهي تہ ڪا هڪڙي بہ اهڙي حديث آڻي
ڏيکاريو؟ جيڪڏهن اهڙي حديث پيش نہ ڪري سگهو تہ اوهان
لاءِ منهنجو مشورو آهي تہ ايمان جون دعائون پڙهي قرآن ڏي
اچو، محترم محمد جمن ڪنير جيڪا آيت ڪريمہ هاڻ مون
اوهان جي خدمت ۾ پيش ڪئي تہ أَفَغَيْرَ اللَّهِ أَبْتَغِي حَكَمًا وَهُوَ الَّذِي أَنزَلَ
إِلَيْكُمُ الْكِتَابَ مُفَصَّلًا (6-114) جمن صاحب! شايد اوهان ڄاڻندا
هوندا تہ رب پاڪ جيڪو پنهنجي سين نبين لاءِ فرمايو آهي تہ
وَكُلًّا آتَيْنَا حُكْمًا وَعِلْمًا (21-79) يعني الله جا سڀ نبي پنهنجي
زماني ۾ انقلاب آڻڻ کان پوءِ حڪمران بڻيا آهن ۽
حڪمرانيءَ لاءِ منشوري علم بہ الله وٽان ڪين وحي وارو مليو
آهي جيڪو توهان آيت ڪريمہ (21-79) ۾ ملاحظ فرمايو ۽ ان
آيت ڪريمہ هي بہ سمجهايو تہ الله کان سواءِ ڪوئي حڪم
نٿو ٿي سگهي الله جي حڪم بنجڻ جي معنىٰ بہ توهان چڱي
طرح سمجهو ٿا تہ الله جو موڪليل ڪتاب ئي حڪم آهي.
قاضي آهي. جج آهي. منشور آهي سو هن آيت ڪريمہ توهان





وارن ازبڪ تاجڪ بخارا نيشاپور ۽ خراساني امامن جي
حديثن واري علم جو رستو مڪمل طرح سان بند ڪري ڇڏيو
إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ (40-12) بادشاهي صرف الله جي هلندي وَلَا يُشْرِكُ فِي
حُكْمِهِ أَحَدًا (26-18) الله جي حاڪميت وارو علم صرف قرآن
آهي ان ۾ رب پاڪ ڪنهن بہ ٻئي علم کي شريڪ نہ ڪندو.
جمن ڪنير صاحب مون خلاف هڪ هزار صفحن کان
وڌيڪ تعداد ۾ فتنہ انڪار حديث نالي سان ڪتاب لکيو آهي
ان ايڏي وڏي ڪتاب ۾ مثال لاءِ نبي سائين جن جي هڪڙي
بہ اهڙي حديث ڪانہ لکي اٿس جنهن ۾ نبي سائين جن
پهريائين ڪا آيت قرآن منجهان پڙهي پوءِ ان جو تفسير بيان
ڪيو هجي. الٽو پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 506 تي
فرمائي ٿو تہ (لڳ ڀڳ ٽيويهن سالن جي عرصي ۾ قرآن
مجيد لهي پورو ٿيو هن جاءِ تي آئون پڇندس تہ ايڏي وڏي
عرصي ۾ صاحب وحي محمد عليہ السلام، قرآن مجيد جي
ڪنهن بہ آيت جو تفسير ڪونہ بيان ڪيو) جمن خان مهرباني
ڪري توهان اهڙي حديث ڏيکاريو بہ سهي تہ هن حديث ۾ نبي
سائين جن هي آيت هي سورت پڙهي پوءِ پنهنجي الفاظ
مبارڪن واري حديث ۾ هي تفسير بيان فرمايو ڇا خيال آهي
جمن صاحب ڪڏهن اهڙي حديث پيش ڪندا. اسان انتظار ۾
آهيون. وري جمن صاحب اڳتي ساڳئي صفحي تي لکي ٿو تہ
۽ نہ ئي ڪنهن مسلمان ڪنهن آيت جو اصل مطلب ۽ مفهوم
پڇيو؟) محمد جمن صاحب! ڳڻيندو وڃجان ۽ هيٺ آئون انهن
آيتن جا حوالا لکان ٿو جن جو منڍ هي آهي تہ (اي نبي) ماڻهو

تو ڪان سوال پڇن تا انهن جو جواب هي آهي (2-189) (217-
2) (2-219) (2-220) (2-222) (5-4) (7-187) (1-8) (18-83)
(20-105) (79-42) محترم جمن صاحب شايد اوهان قرآن
حڪيم ڪي مسائل حيات جي رهنمائي لاءِ پڙهڻ بدران اکر اکر
تي ڏه ثواب ملڻ جي آسري تي پڙهندا هوندا ان ڪري جناب
رسول عليه السلام جي ساٿين جي سوالن پڇڻ وارين مٿين
آيتن تي غور ڪرڻ جي اوهان ڪي ڪهڙي ضرورت؟
جيڪڏهن اوهان قرآن جي اهڙن جوابن ڪان بي خبر آهيو تہ
قرآن تي حملا تہ نہ ڪيو اوهان جو ڪم ثوابن ڪمائڻ سان ۽
قرآن خلاف ڪوڙ ڳالهائڻ تي شايد توهان جي پگهار بہ وڌندي
هجي مون ڪي پڪ آهي تہ اوهان ڪي توهان جي قرآن خلاف
اهڙن بهتانن جي جواب ملڻ ڪان پوءِ اوهان پنهنجي قرآن ڪان
جاهل ۽ بي خبر هجڻ جو اعلان ڪونہ ڪندا. اڳتي جمن
صاحب پنهنجي ڪتاب جي ساڳئي صفحي تي لکي ٿو تہ
جنهن ڏينهن نبي عليہ السلام جن جي مٿان قرآن مجيد جون
پهريون آيتون لٿيون پاڻ سونهارن جبرئيل عليه السلام سان
ڪابہ ڳالهہ ٻولهہ ڪانہ ڪئي؟ ايترو بہ ڪونہ پڇيو تہ آئون اڻ
پڙهيل آهيان مون وٽ هي آيتون ڇو ڪڻي آيا آهيو (جمن جي
عبارت ڪي هٽ پورو ڪجي ٿو) جمن صاحب اوهان جون
قرآني علم جي باري ۾ جيتريون اکيون ٻوٽيل آهن ايترو ٻين
ڪي تہ اندو نہ سمجهو توهان تہ پاڻ واري امام بخاريءَ ڪان بہ
ڪوڙ هڻڻ ۾ گوءِ ڪڻي ويا، امام بخاريءَ تہ نبي سائين جن
جي باري ۾ ڪوڙ ڳالهايو تہ ان ڏي پهريون وحي آيو تہ خوف
۽ هراس ۾ اچي پنهنجي زال ڪي گهر ۾ چيائين تہ مون ڪي





چادر يا رلهي ويڙهيو آئون الائي ڇا ڏسي آيو آهيان وغيره پوءِ
سندس زال پنهنجي عيسائي سؤٽ ورقہ بن نوفل ڏي وٺي
وئي اتس جنهن احوال ٻڌي چيس تہ گهبراءِ نہ تون تہ نبي
بنجي ويو آهين. اهڙي حديث تي امام بخاريءَ بہ سڄي امت
ڪي شرمائي ڇڏيو جو اڄ بہ دنيا جا عيسائي اسان ڪي طعنا
ڏيندا آهن تہ اسان جو عيسائي اسڪالر توهان جي نبيءَ جو
استاد هئو. محمد جمن صاحب! اوهان بہ ڏاڇي هٽي ڏهہ تہ
ٽوڏي هٽي تيرنهن وانگر پنهنجي امام بخاريءَ ڪان گوءِ
ڪڻندي بجاءِ نبي عليه السلام جي، الله تي الزام هنيو آهي تہ
ان اڻ پڙهيل شخص ڪي پهريين وحيءَ ۾ پڙهڻ جو حڪم ڏنو
آهي رب سائين جمن ۽ ان جي دوزخ طرف سڏيندڙ امام
بخاري سان گڏ سڄي دنيا جي ماڻهن ڪي ٻڌائي ٿو تہ وَمَا كُنتَ
تَتْلُو مِن قَبْلِهِ مِن كِتَابٍ وَلَا تَخُطُّهُ بِيَمِينِكَ إِذًا لَّارْتَابَ الْمُبْطِلُونَ (29-48) يعني
منهنجا محمد عليڪ السلام نبوت ملڻ ڪان اڳ تون علم
وحي جي ڪنهن بہ ڪتاب جي تلاوت نہ ڪندو هئين ۽ نہ ڪي
لکندو هئين ان ڪي پنهنجي سڄي هٿ سان جيڪڏهن نبوت
ملڻ ڪان اڳ ۾ تون پڙهيل هجين ها تہ نبوت ملڻ ڪان پوءِ
تنهنجي لکڻ پڙهڻ جي ڄاڻ سبب اهل باطل شڪ ڪن ها.
ترجمو ختم. هن آيت منجهان هي ثابت ٿئي ٿو تہ جناب رسول
ڪريم جن نبوت ملڻ جي ڏينهن جي ويجهو ويجهو لکڻ پڙهڻ
سکي ويا هوا. محترم جمن صاحب! هيءَ شاهدي نبي سائين
جي لکڻ پڙهڻ جي ڄاڻ ۽ سکي وڃڻ جي تہ تي الله جي پر
جيڪڏهن ڪنهن توهان جهڙي ڪي الله جي شاهديءَ تي اعتبار

نہ هجي ۽ هو الله جي شاهديءَ کي ناڪافي سمجهندو هجي تہ
اهڙن ماڻهن کي ڄاڻ ڏيڻ جو بہ رب پاڪ بندوبست ڪيو آهي
هونئن اها بہ چوڻي آهي تہ افضل الشهاده ماشهدت به الاعداء
يعني جيڪڏهن ڪو دشمن ماڻهو فائدي جي شاهدي ڏئي تہ
اهو سڀ کان ڀلو. سو رب پاڪ ڪافرن جي ڳالهہ نقل ڪندي
فرمايو تہ وَقَالُوا أَسَاطِيرُ الْأَوَّلِينَ اكْتَتَبَهَا فَهِيَ تُمْلَىٰ عَلَيْهِ بُكْرَةً وَأَصِيلًا (25-5)
يعني چيائون تہ لکيا ۽ لکرايا اٿس قصا پهرين جا پوءِ اهي
صبح شام جي (ڪلاس ۾) سندس تيار ڪيل ماسٽر ڪاپي تان
سندس ذميداري تي لکايا وڃن ٿا. هاڻي ڪوبہ شخص هنن
ٻنهي شاهدين وارين آيتن کي ملائي پڙهي ڏسي تہ يقين سان
نبي سائين جن لاءِ نبوت ملڻ مهل لکڻ پڙهڻ جي ڄاڻ ثابت
ٿي وڃي ٿي سابہ هن پڌرائي سان تہ نبي سائين جن ساڃهڙ هئا
پوءِ محترم جمن صاحب تنهنجو جناب رسول عليہ السلام کي
نبوت ملڻ وقت اڻ پڙهيل لکڻ ڇا اهو تنهنجو قرآن جي
مقابلي ۾ ڪوڙين حديثن ۾ اڻ پڙهيل لکڻ واري ڳالهہ جي
پوئواري ناهي؟ محترم جمن صاحب قرآن فرمائي تہ نبوت
ملڻ وارن ڏينهن ۾ جناب رسول عليہ السلام سڄي هٿ سان
لکڻ سکي ويا هئا ۽ اتحاد ثلاثہ جا ٻهروپيا دانشور پاڻ کي
امام سڏائي لکن ٿا تہ نبوت جي پهريين وحي ملڻ مهل رسول
سائين جن اڻ پڙهيل هئا. الله اوهان کي قرآن جي خلاف
اهڙين ڪوڙين حديثن کي ڇڏي قرآن جي طرف موٽي اچڻ جي
توفيق ڏئي انهيءَ کي وڏي طاقت آهي. محترم جمن صاحب
آئون عزيزالله جيڪڏهن منڪر حديث آهيان سو هڪ تہ اهو





اوهان وارن گستاخ رسول ۽ شاتم رسول امامن جي من گهڙت
حديثن جو انڪاري ۽ منڪر آهيان مون کي ان ڳالهہ تي فخر
بہ آهي تہ آئون اوهان جي ڪوڙن قصن کي نٿو مڃان پر
جيڪڏهن سچ پچ ڪا بہ حديث جناب رسول عليہ السلام جن
جي فرمايل هجي ها تہ اها منهنجي لاءِ اکين جو ٺار هوندي
منهنجو ان تي مڪمل ايمان ۽ ويساهہ هوندو آئون اهڙي سچي
حديث جو ڪڏهن بہ انڪاري ۽ منڪر نہ ٿيندس پر قرآن
حڪيم طرفان جناب رسول عليہ السلام مٿان پنهنجي طرفان
حديثون جاري ڪرڻ جي بندش کان پوءِ منهنجو ايمان آهي تہ
جناب رسول عليہ السلام جن قرآن جو حڪم مڃيندي پنهنجي
طرفان دين جي قانون لاءِ ڪابہ هڪڙي حديث جاري نہ ڪئي
آهي، يعني علم جي دنيا ۾ نبي سائيجن جي ڪابہ هڪڙي
حديث موجود ڪانهي هن ثبوت سان تہ جناب رسول عليہ
السلام جن الله جي حڪم ۽ قرآن حڪيم جي طرفان بندش
کان پوءِ ان جي وار برابر بہ حڪم عدولي ڪونہ ڪندا.
جمن صاحب توهان ساڳئي صفحي تي اڳتي لکو ٿا تہ
نبي سائين جن (پهريين وحي مهل جبرئيل عليہ السلام کان
پڇيو تہ) توهان ڪير آهيو؟ ڪٿان آيا آهيو توهان جو نالو
ڇاهي توهان کي ڪنهن ۽ ڇو موڪليو آهي مونکي ڇا
سمجهي مون وٽ آيا آهيو وري ٻيهر ايندو يا ڪونہ هي
ڳالهيون ٻين کي ٻڌايان يا صرف دل جو دل ۾ رکي ڇڏيان
وغيره؟ (جمن صاحب جي عبارت ختم) مون عزيزالله ٻوهيي
جي تہ قسمت ڪا قتل آهي جو منهنجي خلاف جمن ڪنير
جهڙو علامو ۽ فاضل اهل حديثن منهنجي مٿي ۾ هنيو آهي،

منهنجو اندازو آهي تہ اهل حديثن جا عالم شايد هڙيئي جمن ڪنير جهڙا آهن جو هن علم جي دشمن کي اها بہ خبر ڪانہ ٿي پوي تہ جيڪو عزيزالله هنن جي امامياتي علم روايات کي قرآن جي حڪم سبب مجي ئي ڪو نہ ٿو تہ پنهنجي استدلال ۾ وري ان کان بجاءِ قرآن جي حديثون پيش ڪرڻ جو مطالبو ڪرڻ يا ان کي قرآن بدران پنهنجي امامن جون حديثون جواب ۾ ڏيڻ جي گهر ڪرڻ اها ڪتان جي عقلمندي آهي. بهرحال آئون وڏي اميد رکندي محمد جمن کي جواب ڏيان ٿو تہ الله ڪيس شال قرآن ڏي موٽي اچڻ جي توفيق فرمائي. جمن صاحب! متي اوهان جي ڪتاب جون ٽي سٽون مون نقل ڪري لکيون آهن جيڪي اوهان جڻ جبريل ۽ نبي جي گفتگو جو موضوع ۽ دائرو متعين ڪرڻ وارا، الله جي بدران پاڻ کي سمجهي رهيا آهيو؟ چا ڪجي جو اوهان حديث پرستن جي تربيت ئي اهڙي آهي تہ نبيءَ کي قرآن بدران پنهنجي حديثن جي سانچي ۾ محدود رکجي. جمن صاحب نبوت ۽ رسالت جي مان ۽ مرتبي کا ڪورو جاهل شخص ئي مقام علم وحي لاءِ اهڙا سوال سوچي سگهي ٿو يا امامي روايات جي پيداوار ذهن ئي علم وحي جو اهڙن سوالن وارو پيمانو پيش ڪري سگهي ٿو جهڙو محمد جمن پاڻ آهي جيڪو علامو صاحب جبريل کي جبرئيل ڪري لکي ٿو. محمد جمن صاحب الله جي سامهون انبياءَ عليہ السلام سان علم وحي واري گفتگو جو شان سمجهڻو آهي تہ غور سان پڙهہ ۽ پڌ ۽ پنهنجي ڪيل سوالن جا جواب بہ پڌ تہ قرآن شروعات وحي ۾ پنهنجي نبين





سان ڪيئن ٿو ڳالهائي فَلَمَّا أَتَاهَا نُودِيَ يَا مُوسَىٰ. إِنِّي أَنَا رَبُّكَ فَاخْلَعْ نَعْلَيْكَ إِنَّكَ بِالْوَادِ الْمُقَدَّسِ طُوًى. وَأَنَا اخْتَرْتُكَ فَاسْتَمِعْ لِمَا يُوحَىٰ. إِنَّنِي أَنَا اللَّهُ لَا إِلَٰهَ إِلَّا أَنَا فَاعْبُدْنِي وَأَقِمِ الصَّلَاةَ لِذِكْرِي. إِنَّ السَّاعَةَ آتِيَةٌ أَكَادُ أُخْفِيهَا لِتُجْزَىٰ كُلُّ نَفْسٍ بِمَا تَسْعَىٰ. فَلَا يَصُدَّنَّكَ عَنْهَا مَنْ لَا يُؤْمِنُ بِهَا وَاتَّبَعَ هَوَاهُ فَتَرْدَىٰ (11-تا 16-20) مفهوم: سو جڏهن موسىٰ ان واديءَ وٽ آيو آواز ڏنو ويس تہ اي موسىٰ مان تنهنجو رب آهيان بوٽ لاهي بيهي پڌ! تون هن وقت مقدس واديءَ طوىٰ ۾ آهين مون توکي چونڊي پسند ڪيو آهي سو پڌ جنهن ڳالهہ جو توکي وحي ڪيو وڃي ٿو. آئون الله آهيان مون کان سواءِ ڪنهن جو بہ حڪم نہ هلندو سواءِ منهنجي، سو تون منهنجي حڪمن جي اطاعت ڪر ۽ قائم ڪر (منهنجي پهچايل وحي جي نظام کي) ان جي تابعداري واري ڊيوٽي کي قائم ڪر منهنجي قانون تي هلندي (انقلاب جي) گهڙي اچي پئي اها هن وقت تو کان مخفي رکان ٿو (ان ڪري جو بڌائڻ کان پوءِ تنهنجا ساٿي انقلاب لاءِ گهربل جدوجهد ڪونہ ڪري سگهندا) اي موسىٰ هي بہ سمجهي ڇڏ تہ تنهنجي انقلاب جو اصل منشور ۽ هدف هي هوندو تہ جيڪو ڪمائيندو اهوئي کائيندو يعني قرلٽ وارو استحصالي نظام ختم، خبردار بي ايمان ماڻهو تنهنجي هدف کي حاصل ڪرڻ ۾ رڪاوٽ نہ بنجي سگهن جيڪي پنهنجي سڌن جا پوڄاري هجڻ ڪري توکي بہ ناڪام ڪري ڇڏيندا.

محمد جمن صاحب! تنهنجي ڪتاب کي پڙهڻ کان پوءِ مون تنهنجي عقل سوچ سمجهہ ۽ نوڪريءَ جو اندازو ڪري ڇڏيو آهي پوءِ بہ مون کي توهان ۾ اميد رکڻي آهي تہ شال

اوهان بہ قرآن ڏي موٽي اچو جمن صاحب! مون کي بہ نوڪري آهي آئون بہ تو وانگر نوڪر آهيان مون کي ڊيوٽي آهي تہ هر حال ۾ ماڻهن کي قرآن جي طرف سڏجي اوهان کي بيڪار سوال اٿارڻ جي عادت آهي سو متان چئو تہ هي تہ تو جناب موسیٰ عليہ السلام سان الله جي براه راست گفتگو پيش ڪئي آهي جڏهن تہ جمن ڀائي جي سوال جو تعلق جناب محمد عليہ السلام طرف پهريين وحي جي حوالي سان ڪيل ڳالهہ ٻولهہ جو هئو، سو محترم محمد جمن ڀائي اوهان انهيءَ جواب کي سمجهڻ لاءِ آيت ڪريمہ إِنَّا أَوْحَيْنَا إِلَيْكَ كَمَا أَوْحَيْنَا إِلَىٰ نُوحٍ وَالنَّبِيِّينَ مِن بَعْدِهِ (4-163) کي غور سان پڙهو يعني اي (محمد عليڪ السلام) اسان تنهنجي طرف ائين وحي ڪيون ٿا جيئن وحي ڪيوسون نوح ۽ ٻين نبين جي طرف پڇاڙان نوح جي. هن آيت ۾ اهڙي سوال جو بہ مڪمل جواب آهي يعني هر نبيءَ کي پهريين ئي وحيءَ ۾ تو واري سوالن جي سموري ڪٿا سمجهائي ويندي رهي آهي.

## غير قرآني حديثن جو سين ڪان وڏو انڪاري قرآن آهي

إسان شروع ۾ هت قرآن حڪيم جي اعلان کي پڙهندڙن جي سامهون پيش ڪيون ٿا تہ اهي جمن صاحب جي مون عزيزالله جي خلاف ڪتاب فتنہ انڪار حديث کي پڙهڻ وقت جنهن ۾ هو علم روايات کي صحيح ۽ برحق سڏڻ ۽ مڃائڻ لاءِ هردم آتو ٿو رهي. ان دوران هي بہ آيتون مسلسل ذهن ۾ محفوظ رکن ۽ انهن آيتن جي روشني ۾ منهنجو هي





جوابي ڪتاب پڙهندا. اللَّهُ نَزَّلَ أَحْسَنَ الْحَدِيثِ كِتَابًا مُّتَشَابِهًا مَّثَانِيَ تَقْشَعِرُّ مِنْهُ جُلُودُ الَّذِينَ يَخْشَوْنَ رَبَّهُمْ ثُمَّ تَلِينُ جُلُودُهُمْ وَقُلُوبُهُمْ إِلَىٰ ذِكْرِ اللَّهِ ذَٰلِكَ هُدَى اللَّهِ يَهْدِي بِهِ مَن يَشَاءُ وَمَن يُضْلِلِ اللَّهُ فَمَا لَهُ مِنْ هَادٍ (39-23) (مفهوم) الله نهايت سين ڪان وڌيڪ سهڻين حديثن وارو ڪتاب قرآن نازل ڪيو آهي جنهن جون حديثون پاڻ ۾ ملندڙ جلندڙ آهن جن جي پڙهڻ سان رب پاڪ جو خوف رکڻ وارن ماڻهن جا لنگ ڪاندارجي وڃن ٿا پوءِ انهن جو بدن ۽ دليون نرم ٿين ٿيون عمل ڪرڻ لاءِ الله جي قانون (45-29) طرف اها الله جي هدايت آهي جنهن کي ان جو قانون مشيت لائق سمجهي ۽ جنهن کي ان جو قانون مشيت گمراهہ قرار ڏئي تہ ان کي ڪوئي هدايت ڏيڻ وارو ناهي. هن آيت ڪريمہ هي فيصلو ڪري ڇڏيو تہ جيڪڏهن ڪنهن کي بہ دين سکڻ جي تعليم گهرجي سا بہ حديثن جي علم جي روشنيءَ ۾ هجڻ گهرجي تہ اهڙي تلاش ڪرڻ واري ماڻهوءَ کي رب سائين ٻڌائي ٿو تہ منهنجي قرآني حديثن ڪان وڌيڪ ڪنهن جيون بہ حديثون سهڻيون ڪونہ آهن. معلوم هجڻ گهرجي تہ الله ڄاڻي پيو تہ سامراج وارا منهنجي نبيءَ جي نالي طرف منسوب پنهنجي گهڙيل ڳالهين کي احاديث رسول جي نالي سان مشهور ڪري ماڻهن کي قرآن ڪان پري ڪندا. تہ اهڙي صورتحال کي بہ منهن ڏيڻ لاءِ فرمايائين تہ وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ الْأَقَاوِيلِ. لَأَخَذْنَا مِنْهُ بِالْيَمِينِ (44-45-69). مفهوم: جيڪڏهن (هي رسول) ناهي اسان جي معاملي ۾ ڪا بہ حديث (گفتو) تہ وٺنداسين ان کي طاقت سان پوءِ ان جي ساهہ ڪٽڻ واري رڳ ئي ڪاٽي ڇڏينداسين.

اسان جو يقين آهي تہ جناب رسول ڪريم جن الله جي هن
حڪم تي پورو عمل ڪندي ڪنهن هڪڙي بہ حديث ڪي
جاري نہ ڪيو آهي ڊڪليئر نہ ڪيو آهي. جيڪي ماڻهو چون
ٿا تہ دين جي معاملي ۾ جناب رسول جن ڪيئي حديثون
ٻڌايون آهن تہ اهي ماڻهو چئُ تہ نبي عليہ السلام مٿان الله ۽
قرآن جي نافرمانيءَ جو الزام ٿا هڻن (نعوذبالله)

محترم جمن صاحب! سڀ اهل حديث ٻڌائن تہ:

رب تعاليٰ جڏهن جناب خاتم الانبياء عليہ السلام بابت
پنهنجي طرفان اقوال ۽ احاديث ڪي دين جي نالي جاري ڪرڻ
تي ايڏي سخت وارننگ ڏني تہ حديثون ٻڌائڻ جي صورت ۾
فرمايو تہ اسان ان ڪي قوت سان جهلي سندس ساهہ ڪٽڻ واري
رڳ ئي ڪاٽي ڇڏينداسين ۽ پوءِ جناب رسول عليہ السلام الله
جي ان بندش تي پورو عمل بہ ڪيو آهي جو سندن وفات جو
سبب ساهہ جي رڳ ڪٽجڻ ناهي ٿيو (بحمد الله تعاليٰ) تہ پوءِ
توهان مٿو چو ڪاڙو آهي تہ نبي سائين جن هيتريون هيتريون
حديثون امت مسلمہ ڪي دين جي تعبير ۽ تشريح لاءِ ڏيئي ويا
آهن ڇا اوهان جي حديثن بابت ايتري واويلا ڪرڻ مار ماران
ڪرڻ اهو جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جن مٿان نعوذبالله
الله جي نافرماني ۽ حڪم عدوليءَ جو الزام ناهي ۽ اهو وڏو
ڪوڙ ناهي!!!!؟

جيڪڏهن آئون عزيزالله ٻوهيو منڪر حديث آهيان تہ
ان آيت ڪريمہ (23-39) (46-45-44-69) جي روشنيءَ ۾ خود
قرآن حڪيم بہ تہ توهان وارين حديثن جو منڪر آهي ۽ نہ
صرف حديثن جو پر انهن جي گهڙيندڙ راوي امامن ڪي بہ





قرآن حڪيم ڪوڙو قرار ڏيئي ڇڏيو، پر اڃا بہ محترم جمن
صاحب! قرآن حڪيم جي آيت ڪريمہ تِلْكَ آيَاتُ اللهِ نَتْلُوهَا عَلَيْكَ
بِالْحَقِّ فَبِأَيِّ حَدِيثٍ بَعْدَ اللهِ وَآيَاتِهِ يُؤْمِنُونَ (6-45) يعني اي محمد عليڪ
السلام اهي الله جون وحي متلو واريون آيتون جيڪي حق
واريون آهن اهي تنهنجي سامهون تلاوت ڪيون ٿا انهن ڪان
پوءِ الله جي ڪهڙي حديث ۽ آيتن (23-39) جي مٿان ايمان
آڻيندا. هن آيت ڪريمہ ۾ وآياتہ جو حرف واوتفسير ڪري ٿو
جملي فباي حديث من بعد الله جو اهو هي تہ الله جون حديثون
آيتن جي شڪل ۾ آهن.يعني الله جون آيتون اهي الله جون
سهڻيون حديثون ئي آهن. ڇا پوءِ محمد جمن صاحب! توهان
وارن امامن جي حديثن جو وڏي ۾ وڏو انڪاري تہ قرآن
حڪيم ثابت ٿيو ۽ توهان تہ قرآن جي اها ڳالهہ نہ ٿا مڃو پوءِ
تہ اوهان پاڻ قرآن حڪيم جا وڏي ۾ وڏا انڪاري بڻجي ويا
هاڻ ٻڌايو جو مون ڪي تہ اوهان وارن بخارا نيشاپوري
سجستاني قزويني خراساني امامن جي گهڙيل حديثن جي
انڪار تي فخر آهي پر اوهان ڪي شايد اهڙي ئي نموني وري
قرآن حڪيم جي آيتن جي صورت ۾ مليل حديثن جي انڪار
تي فخر هجي!! پر منهنجي دل ۾ اوهان لاءِ دعا آهي تہ اوهان
شال الله جي قرآني حديثن ڪي وحده لاشريڪ حديثون مڃو ۽
قبول ڪيو مجوسي حديث سازن جي مقابلي ۾. عزيزم محمد
جمن صاحب! رب سائين جو فرمان آهي تہ إِنِ الْحُكْمُ إِلَّا لِلَّهِ (67-
12) يعني حاڪميت ۽ بادشاهي صرف الله لاءِ آهي جمن سائين
هن قرآن لاءِ رب پاڪ هُدًى لِلنَّاسِ (2-185) جو تعارف پيش

ڪري ڇڏڻ تہ قرآن کي انساني معاشرن ۾ حڪومت جو هلائڻ
جو منشور قرار ڏيئي ڇڏيو آهي سو هاڻ جڏهن قرآن حڪيم
الله جي حاڪميت ۽ بادشاهيءَ جو منشور ڪتاب آهي تہ
سمجهي ڇڏيو تہ الله جو شان هي آهي تہ اهو وَلَا يُشْرِكُ فِي حُكْمِهِ أَحَدًا
(18-26) جمن ڀائي الله پنهنجي حاڪميت جي منشوري
ڪتاب ۾ جيڪو احسن الحديث پڻ آهي ڪنهن بہ ٻئي علم ۽
ڪنهن بہ ٻئي ڪتاب کي اٿارٽي کي شريڪ تسليم ڪرڻ لاءِ
تيار ناهي.

محترم جمن ڪنير صاحب! اوهان پنهنجي ڪتاب
”فتنہ انڪار حديث“ جي فهرست ۾ ”مضمون جو تفصيل نامو“
جي مضمون نمبر 21 جي سرخي ڄاڻائي آهي. (قرآن مجيد جي
ڪلام الله هجڻ تي ڪيل اعتراض جو علمي جائزو) اهو
اوهان جو مضمون صفحي نمبر 504 کان 522 تائين آهي
يعني ارڙهن صفحن تي مشتمل آهي ان سڄي مضمون ۾
هڪ هنڌ بہ اوهان منهنجو ڪو هڪ حوالو بہ ڪونہ ڏئي سگهيا
آهيو جو ڪنهن هنڌ مون قرآن مجيد جي ڪلام الله هجڻ جو
ڪو انڪار يا اعتراض ڪيو هجي، پوءِ ڇا آئون اوهان جي
شان ۾ قرآن حڪيم جو هي جملو چوڻ جو حق نٿو رکان تہ
فَنَجْعَل لَّعْنَتَ اللَّهِ عَلَى الْكَاذِبِينَ (3-61) يعني ڪوڙي تي الله جي لعنت
بيشمار.

محترم جمن صاحب! يا تہ اوهان کي لفظ قول ۽
”ڪلام“ جي فرق جي خبر ناهي جيڪڏهن آهي تہ اوهان
پنهنجي پڙهندڙن کي پنهنجي مضمون جي صفحي نمبر 514





تي جاهل ۽ اڻ ڄاڻ سمجهي مونتي حملو ڪيو آهي سو اوهان
جا پڙهندڙ جن کي ڪتاب لکڻ سان اوهان مون تي غلط الزام
ڏيئي راضي ڪرڻ چاهيو آهي اهي ڄاڻو هجن يا ڄٽ هجن
منهنجو ان سان ڪوبہ واسطو ناهي مون کي خوشي ٿيندي تہ
اهي اوهان جي پگهار وڌائن پر اها ساڳئي مضمون جي ساڳي
سرخي جڏهن فهرست کان سواءِ اندر ڪتاب جي صفحي نمبر
504 تي لکي آهي تہ اتي اوهان فهرست وارن جملن کي
مٽائي هي لکيو آهي تہ قرآن مجيد تي ڪيل اعتراضن جو
علمي جائزو. محترم محمد جمن صاحب معاف ڪندا جو آئون
توهانجي اهڙين هيراڦيرين کان پوءِ اوهان کي ديانتدار تسليم
نٿو ڪري سگهان، ماڻهن کي خوش ڪرڻ لاءِ ڀلي غلط
بيانيون ڪيو پر الله کي تہ حاضر ناظر سمجهي ان جي اڳيان
هلي پيش ٿيڻ جو بہ ڪجهہ احساس ڪرڻ گهرجي. جيڪڏهن
اوهان قيامت ۽ مرڻ کان پوءِ حساب ڪتاب کي مڃيندا هجو
تہ................ منهنجو اوهان بابت چڱو گمان ڪرڻ اهو مون
مٿان اوهان لاءِ منهنجو هڪ اخلاقي فرض ضرور آهي پر
جڏهن اوهان خود الله جي حڪمن آيتن کي پڙهڻ ڄاڻڻ ۽
پنهنجي ڪتاب ۾ انهن کي لکڻ ڪانپوءِ بہ الله جي طرفان
جناب نبي عليہ السلام تي پنهنجي طرفان حديثن ٺاهڻ تي
بندش باوجود اوهان بار بار انهن حديثن کي جن ۾ جناب خاتم
النبيين عليہ السلام کي گستاخ رسول ۽ شاتم رسول حديثون
ٺاهيندڙ عجمي امامن طرفان سڌيون سنئيون گاريون ڏنل آهن
تہ نبي عليہ السلام بہ ساڻي ساڻ ڪري ڪجين واري شوط
نامي باغ اندر ڪجي واري گهر ۾ آندل جونيہ نالي هڪ عورت

وٽ ويا ۽ پنهنجي سائين کي ٻاهر گهٽيءَ ۾ وهاريائون ۽ پاڻ
ان عورت کي وڃي چيائون تہ هبي نفسک لي. يعني تون
پنهنجو پاڻ منهنجي حوالي ڪر پوءِ وري اهي حديث ساز ان
فرضي ۽ جعلي حديث جي جعلي عورت کان رسول سائين کي
گار ڏيارن ٿا تہ هل تهب الملکه نفسها للسوقه......... يعني ڇا ڪا راڻي
۽ ملڪہ عورت ڪنهن بازاري شخص کي پاڻ هديي ۾ ڏئي
سگهندي ڇا؟ (نعوذبالله) جمعن خان توهان ان حديث کي
ڪوڙو ۽ توهين رسول واري حديث قرار ڏيڻ بدران جواب ۾
وري نوڪي ٻي مائي اميمہ سان شادي جي حديث لکي آهي تہ
ان مائي نبي سائين جن طرفان ان ڏي هٿ ڊگهيرڻ تي متن
ناپسنديدگي ظاهر ڪندي انکان اعوذبالله پڙهي ڪراهت
ڏيکاري سو محترم محمد جمن صاحب توهان پهرين جونيہ
نالي عورت واري حديث کان تجاهل عارفانہ نموني ڪن لاتار
ڪري يعني ان جي جواب ڏيڻ بدران پنهنجي ڪتاب ۾ ڳالهہ
کي ڪٽي وڃي ٻي مائي اميمہ نالي سان شادي ڪرڻ جي ڳالهہ
ڪري پنهنجي جند ڇڏائڻ چاهي آهي تہ ڇا ايمان داريءَ سان
ٻڌائي سگهندا تہ امام بخاريءَ پنهنجي حديث ۾ جيڪو مائي
اميمہ لاءِ بہ اڳين مائي جونيہ وانگر نبي سائين طرفان ڪيس
ڏي هٿ ڊگهيرڻ کي برو سمجهو اها ڳالهہ ڪانئين ڪنوار
ٻنجي آيل عورت جي موٽ چئي سگهجي ٿي؟ يا مڃي
سگهجي ٿي؟ يا ڪٽي ان جمن ڪنير جي امام بخاريءَ جي هن
ڪوڙي حديث کي بہ قبول ڪيون تہ ان اميمہ نالي مائي نبي
سائين سان شاديءَ جي پهرين ملاقات ۾ بہ پنهنجي گهوٽ





جناب رسول عليہ السلام جي هٿ لائڻ کي مڪروهہ ۽ ناپسند
ڪيو تہ پوءِ لازمي طور هي ڳالهہ سامهون اچي وينديءَ تہ ان
عورت نڪاح مهل ايجاب ۽ قبول ۾ شايد هائو ڪئي ئي
ڪانهي يا جيڪڏهن ڪئي هجي تہ هي نڪاح رضا خوشي
وارو نہ هجي تڏهن تہ ان عورت پهرين ملاقات ۾ ئي پنهنجي
گهوٽ جي وڌايل هٿ کي ڪراهت سان واپس ڪيو، وري
جمن صاحب ان حديث جي معنیٰ اهڙي ڪنهن ٻي حديث سان
اسان کي ۽ پڙهڻ وارن کي پنهنجي ڪتاب جي صفحي 984
۾ ٻڌائي ٿو تہ علم جي دنيا ۾ اهو معروف قائدو آهي تہ قرآن
مجيد جي هڪ آيت ٻي آيت جو تفسير ڪري ٿي اهڙي طرح
هڪ حديث ٻي حديث جي تشريح ڪري ٿي (جمن صاحب ان
جو مثال ڏيندي لکي ٿو تہ) جنهن حديث ۾ اميمہ بنت شراحيل
جي انڪار جو ذڪر آهي تہ ٻي حديث ۾ انجي وضاحت بيان
ٿيل آهي. اڳتي جمن صاحب ڪتاب جي ايندڙ صفحي 985 تي
اها وضاحت واري حديث بہ نقل ڪري پهريائين ان جو عربي
متن ٿو آڻي پوءِ ان جو سنڌي ترجمو آئون هٿ عربي متن کي
ڇڏي صرف جمن صاحب جو لکيل سنڌي ترجمو نقل ڪيان ٿو
پوءِ فيصلو پڙهندڙن کان گهرندس تہ هڪڙي حديث ٻي حديث
کي ڪيئن واضح ڪيو آهي؟ "نبي عليہ السلام جن سان عرب
جي هڪ عورت جو ذڪر ڪيو ويو پوءِ پاڻ ابو اسيد ساعدي
(رضي الله عنہ) کي ان وٽ (وڃڻ ۽) ان کي وٺي آڻڻ لاءِ
ڪنهن کي موڪلڻ جو حڪم ڪيو پوءِ ان (ڪنهن شخص
کي) موڪليو. پوءِ اها (ان شخص سان) آئي (۽) بنو ساعده جي
قلعي ۾ (ڏوليءَ مان اچي) لٿي. پوءِ نبي عليہ السلام جن ان

(عورت) ڏانهن روانا ٿيا جو وٽس اچي پهتا. پوءِ پاڻ ڏٺائون تہ
هڪ عورت آهي جيڪا پنهنجو مٿو جهڪائي ويٺل آهي. پوءِ
جڏهن نبي عليہ السلام جن ان سان ڳالهايو تہ ان چيو تہ آئون
توکان الله جي پناهہ گهران ٿي. تڏهن پاڻ فرمايائون تہ: مون
توکي پناهہ ڏني. (پاڻ ائين چئي واپس وريا.) پوءِ ان کي چيو
ويو تہ: توکي ڄاڻ آهي تہ اهو (شخص) ڪير هو؟ ان وراڻيو تہ:
نہ ان کي چيو ويو تہ هي تہ رسول عليہ السلام هو. تو وٽ
نڪاح جي لاءِ تشريف فرما ٿيو هو. ان (ڳالهہ ٻڌڻ) تي ان چيو
تہ: (پوءِ) آئون تہ (وڏي) بدبخت چئبيس. (حديث جو ترجمو
ختم) اڳتي محمد جمن ڪنير صاحب لکي ٿو تہ جنهن حديث
تي عزيزالله ٻوهيي اعتراض ڪيو آهي ان جو جواب هن
حديث ۾ موجود آهي اصل حقيقت هي آهي تہ ان عورت کي
خبر ئي نہ پئي تہ جنهن شخص مون سان نڪاح ڪيو آهي يا
ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو اهو شخص هي آهي. (جمن صاحب جي
عبارت هتي ختم ڪجي ٿي) مهربان پڙهندڙن جي خدمت ۾
عرض آهي تہ مون عزيزالله منڍ ۾ عرض ڪيو تہ امام
بخاريءَ جناب رسول ڪريم جن جي شان ۾ جونيہ نالي مائيءَ
کي پنهنجي لاءِ گهرائي ان سان جيڪا ساڻس پاڻ حوالي ڪرڻ
جي ڳالهہ ٻولهہ ڪئي ۽ مائي جونيہ جواب ۾ جيڪي نبي
سائين جن کي توهين آميز لفظ چيا تہ آئون ملڪہ ۽ راڻي.
(نعوذبالله) تو بازاري شخص کي پاڻ ڪيئن حوالي ڪنديس؟
اها حديث ڪوڙي آهي اها امام بخاري ۽ ان جي استادن جي
جناب نبي سائين جن مٿان تبرا آهي هن وقت وڏيڪ آئون
عزيزالله هي بہ چوان ٿو تہ هي حديث ناهي ئي نبي سائين جي





توهين ڪرڻ ۽ گاريون ڏيڻ لاءِ وئي آهي. پوءِ جمن ڪنير
صاحب منهنجي هن حديث کي نقل ڪرڻ بدران بخاري جي
هڪ ٻي حديث لکي تہ تزوج النبی علیہ السلام امیمۃ بن شراحیل فلما ادخلت
علیہ بسط یدہ الیھا فکانھا کرھت ذالك فامر ابا اسید ان یجھزھا ویکسہ ھا ثوبین
رازقيين. (بخاري) (جمن صاحب جو ترجمو نقل ڪجي ٿو) نبي
عليہ السلام جو اميمہ بنت شراحيل سان نڪاح ڪيو ويو پوءِ
جڏهن پاڻ ان وٽ آيا تہ ان جي طرف پنهنجو هٿ وڌايائون
تڏهن ان (سندن هٿ وڌائڻ) کي ناپسند ڪيو پوءِ پاڻ ابو اسيد
(رضي الله عنه) کي حڪم ڪيائون تہ ان جي سامان جو
بندوبست ڪري ۽ "رازقيہ" جا بہ ڪپڙا ان کي پهرڻ لاءِ ڏئي.
(ترجمو ختم) پڙهندڙ پائر غور ڪن يعني هتي آندل ٽن حديثن
مٿان غور ڪن تہ هڪڙي حديث ۾ جونيہ نالي عورت کي نبي
سائين جن لاءِ خاص طور شوط نالي باغ واري گهر ۾ آندو
ويو آهي انهيءَ حديث ۾ ڪنهن بہ نڪاح شادي ۽ طلاق وغيره
جو ڪوبہ ذڪر ڪونهي ۽ اها جونيہ نالي واري مائي جناب
رسول الله جي وڏي توهين ڪري ٿي تہ تون بازاري آهين
آئون راڻي آهيان ٻي حديث بخاري منجهان جمن صاحب آندي
تہ اميمہ نالي عورت سان نبي سائين جن نڪاح ڪيو پوءِ ان
کي حرم نبوي ۾ داخل ڪيو ويو ۽ نبي سائين جن ان عورت
جي طرف هٿ وڌايو تہ ان بہ نبي سائين جي هٿ ڊگهيرڻ کي
ناپسند ڪيو مڪروه سمجهيو تہ ان عورت لاءِ بہ نبي سائين
**جن ابو اسيد کي حڪم ڏنو تہ سامان سڙو ۽ رازقي بہ ڪپڙا**
پهرائي ڇڏينس. هاڻي هن حديث ۽ جونيہ واري حديث ٻنهي تي

امام بخاري پنهنجي ترجمة الباب ۾ يعني سرخيءَ ۾ طلاق
جو لفظ لکيو آهي ۽ جونيءَ واري حديث ۾ شاديءَ يا نڪاح يا
طلاق جو ڪوبہ لفظ ڪونهي شاديءَ جو لفظ صرف مائي
اميمہ واري حديث ۾ آهي پر ٻنهي حديثن واريون جدا جدا
مايون جناب نبي سائين جن ڪان حديثن ۾ ڪراهت ڪندي
ڏيکاريون ويون آهن ۽ ٽين حديث واري مائي جنهن جي لاءِ
جمن صاحب فرمائي ٿو تہ هن حديث ۾ عزيزالله ٻوهيي جي
اعتراض جو جواب آهي ان ٽين حديث جي ٽيون نمبر عورت
بابت حديث ۾ امام بخاري جا لفظ آهن تہ ذکر للنبی علیہ السلام
امراۃ من العرب فامر ابا اسید الساعدی ان یرسل الیها. يعني نبي سائين جن
جي محفل ۾ خدمت ۾ عرب قبيلي جي ايڪس وائي، زيد،
ڪنهن عورت جو ذڪر ڪيو ويو (هتي ذڪر جو تفصيل نہ
ڪيو ويو آهي) نبي سائين جن اهو ٻڌي حڪم ڪيو ابواسيد
کي تہ ان کي گهرائڻ جو بندوبست ڪيو (جيڪو ڪيو ويو ۽
اها پهتي بہ) هاڻي سمجهڻ جي ڳالهہ آهي تہ هي ٽئين نمبر
حديث واري هيءَ جدا ٽيون نمبر مائي آهي ۽ هن عورت کي
گهرائڻ جو انداز جيڪو حديث ۾ ڏيکاريو ويو آهي اهو نہ تہ
پرڻيل زال وارو آهي ۽ نہ وري اهڙو جو ان سان شادي ڪرڻ
جي ڳالهہ ٻولهہ ڪرڻ جوئي ڪو مقصد هجي چو تہ جنهن سان
شادي ڪرڻ مقصود هوندو آهي پوءِ يا تہ انجي عزيزن ۽ رشتي
وارن سان ڳالهيون ڪبيون آهن يا وري خود انهيءَ عورت کي
پاڻ وٽ گهرائڻ بدران ان جي گهر ان جي جاءِ تي پنهنجي گهر
جون عورتون عورتن ۾ ۽ پنهنجي طرفان ڪوئي قاصد مرد،





مردن ۾ موڪلبو آهي پهريائين اهي وڃي اهڙيون ڳالهيون ان
عورت سان بہ ڪندا آهن جڏهن تہ هن حديث ۾ ائين بلڪل
ڪونہ آهي بلڪہ نبي سائين جن ان جي باري ۾ خبرون ٻڌي
فوراً حڪم فرمائن ٿا تہ ان مائي کي مون وٽ گهرايو وڃي
پوءِ اها گهرائي ٿي وڃي تہ حديث ۾ آهي تہ نبي سائين جن ان
وٽ وڃن ٿا تہ هوءَ منهن هيٺ ڪيو ويٺي آهي پوءِ حديث جا
لفظ آهن تہ فلما کلمها النبی علیہ السلام قالت اعوذباللہ منك. يعني جنهن
وقت ان عورت سان نبي سائين جن گفتگو ڪئي تہ ان عورت
جواب ۾ چيو تہ آئون توکان الله جي پناهہ گهران ٿي. هاڻي هن
حديث ۾ نبي سائيجن عورت سان گفتگو ڪئي تہ ان عورت
جواب ۾ چيو تہ آئون توکان الله جي پناهہ گهران ٿي. هاڻي هن
حديث ۾ نبي سائين جن جي عورت سان ڪلام ڪرڻ جي
ڳالهہ تہ اجمالي ڪئي ويئي آهي يعني اها ڪهڙي گفتگو هئي
اها ڳالهہ ڪانهي، پر محترم محمد جمن ڪنير صاحب فرمايو
تہ هڪڙي حديث ٻي حديث جي ابهام کي کوليندي آهي ۽
معنىٰ مطلب کي واضح ڪندي آهي سو جونيءَ واري حديث ۾
نبيءَ سائيجن جي گفتگو جا لفظ لکيل آهن تہ هبي نفسک
لي. يعني تون پنهنجو پاڻ منهنجي حوالي ڪر (هبي ۾ مفت
۾ ڏي) پوءِ جونيءَ واري حديث ۾ بہ اعوذ بالله منک جا لفظ
آهن ۽ هن عرب قبيلي واري عورت جا بہ ساڳيا لفظ آهن تہ
اعوذبالله منک ۽ هنن ٻنهي حديثن ۾ ٻي مشابهت هيءَ بہ آهي
تہ هنن ٻنهي عورتن سان اميمہ واري حديث ۾ جيڪو شاديءَ
جو ذڪر ڪيل آهي اهو هنن حديثن ۾ ڪونهي سو بقول جمن

ڪنيز جي هڪڙي حديث ٻي حديث کي ڪوليندي آهي ان مطابق هن عربيائي مائيءَ کي بہ نبي سائين جن جونيہ وانگر چيو هوندو تہ هبي نفسک لي پنهنجو پاڻ منهنجي حوالي ڪر (نعوذبالله) ان ڪري تہ وري عورت جو ساڳيو جواب جيڪو جونيہ مائيءَ اعوذبالله منک چيو هو اهو وري هن عربيائي مائيءَ بہ اعوذبالله منک چيو تہ جمن ڪنير جي بقول ٻنهي حديثن ملائڻ سان ڳالهہ کلي پئي يعني هڪڙي حديث ٻي حديث جي تشريح ڪئي تہ عربيائي عورت سان نبي سائين جن جو ڪلام ۽ گفتگو مائي کان پاڻ حوالي ڪرڻ واري ئي گهر ڪئي وئي هوندي (معاذ الله) منهنجا ياءُ محمد جمن ڪنير هي سڀ حديثون ڪوڙيون آهن تو وارن ٻهروپين شاتم رسول مجوسي امامن، جناب خاتم الانبياءَ عليہ السلام مٿان تبرا ڪرڻ لاءِ پاڻ گهڙيون آهن جمن پائي اوهان کي ايترو بہ عقل ڪونهي جو اوهان جي امامن فرضي قصا ٺاهي انهن ۾ فرضي عورتن کان نبي سائين جن کي گاريون ڏياري پنهنجو اندر ٺاريو آهي ۽ اوهان سمجهيو بہ ڪونہ ٿا جيڪڏهن اوهان جو ايمان جناب رسول عليہ السلام بدران انهن خراساني امامن تي آهي تہ پوءِ منهنجو هي مٿو هٽڻ قلم گسائڻ ۽ جواب لکڻ تہ ڇڻ اجايو آهي مونکي دوستن سچ چيو هئو تہ جمن جي ڪتاب جو جواب لکڻ اجايو آهي سمجهدار ماڻهو خود جمن جي ڪتاب منجهان ئي نتيجي تي پهچي ويندا تہ قرآن ڪاٻي شيءِ آهي ۽ **حديثون قرآن جي فڪر ۽ فلسفي جي سراسر خلاف آهن. جمن صاحب! مون عزيزالله تہ ڪٽي اوهان جي بقول علم** حديث ۾ جيڪي بہ وڏا نالا آهن هڪ امام بخاريءَ جو ٻيو





امام مسلم جو سو مون گهٽو ٽٽو انهن جي حوالن سان سندن حديثن تي تنقيدون لکيون آهن پر اوهان انهن ڪوڙين حديثن ۾ ذڪر ڪيل فرضي عورتن کي نبي سائينءَ جون نڪاح ٻڌيون زالون سڏي انهن جي واتان نبي سائينءَ جي اهڙي تہ توهين ڪرايو ٿا جو شرم ۽ حيا جا سڀ ليڪا حديثون ٺاهيندڙن لتاڙي ڇڏيا آهن. اوهان اهڙين گستاخيءَ ۽ توهين رسول وارين حديثن کي ڪوڙو سمجهڻ بدران لکو ٿا تہ اهي حديثون فلاڻن فلاڻن فلاڻن امامن بہ پنهنجي ڪتابن ۾ آنديون آهن ايترا سارا بزرگ ۽ امام ڪئين ڪوڙ هڻندا. سو انهن راوي محدث امامن جا گرو امام بخاري ۽ امام مسلم جڏهن ڪوڙيون حديثون ٺاهيندا تہ چا پوءِ انهن جا پوئلڳ ۽ جونيئر امام گهٽ ڪندا؟ جمن صاحب اوهان جي ان ڳالهہ منهنجان لڳي ٿو تہ اوهان روايت ڪندڙ ماڻهن جي گهڻائي ۽ اڪثريت مٿان ڪوڙ ڳالهائڻ جو گمان نٿا ڪريو جيڪڏهن اوهان جو گهڻائيءَ وارن لاءِ اهڙو نظريو آهي تہ پوءِ قرآن حڪيم جي فرمان وَإِن تُطِعْ أَكْثَرَ مَن فِي الْأَرْضِ يُضِلُّوكَ عَن سَبِيلِ اللَّهِ إِن يَتَّبِعُونَ إِلَّا الظَّنَّ وَإِنْ هُمْ إِلَّا يَخْرُصُونَ (116-6) يعني جيڪڏهن تون زمين وارن منجهان اڪثريت وارن جي پٺيان هلندين تہ اهي توکي گمراهہ ڪندا الله جي واٽ کان، اهي صرف وهمن ۽ گمانن جا پوڄاري آهن ۽ حقيقتن بدران ڏڪا پيا گهڙين..

جمن ڪنير صاحب معاف ڪندا جو مون وٽ مجبوراً **اوهان بابت هي رايو جڙي ٿو تہ توهان قرآن حڪيم تي ايمان ڪونہ ٿا رکو، منهنجي ان راءِ جو مون وٽ دليل بہ آهي هڪ**

تہ اوهان پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 984 تي لکيو آهي
تہ علم جي دنيا جو اهو معروف قائدو آهي تہ قرآن مجيد جي
هڪ آيت ٻي آيت جو تفسير ڪري ٿي. محترم جمن پائي اتي
اوهان علم جي دنيا نالو ۽ جملو تہ چيو پر ان علم جي ڄاڻ
سڃاڻ تعارف ۽ تعيين تہ ڪونہ ڪئي تہ اهو قرآن جو ئي علم
آهي. سو جيڪڏهن هاڻي بقول اوهان جي قرآني آيت جو
تفسير قرآن جي آيت سان ئي بيان ڪيو ويو آهي تہ پوءِ علم
حديث ذريعي قرآن جو تفسير ڪهڙي ضرورت لاءِ ايجاد ڪيو
ويو؟ جنهن ڪي خود قرآن حڪيم بہ پاڻ ڏهہ پيرا ورجائي
ورجائي فرمايو آهي تہ اسان فهم قرآن لاءِ پڙهندڙن ڪي
تصريف آيات جي هنر واري واٽ ڏسيون ٿا (65-6) سو قرآن
جي اهڙي ڏس بدران مطلق علم جي حوالي سان اوهان جي
هيءَ ڳالهہ ڪرڻ تہ قرآن مجيد جي هڪ آيت ٻي آيت جو
تفسير ڪري ٿي. ان منجهان ثبوت ملي ٿو تہ اوهان ڪنهن بہ
حقيقت جو حوالو قرآن منجهہ موجود هجڻ باوجود بہ قرآن جي
نالي سان ڏيڻ مٿان ايمان نٿا رکو توهان جو مس مس ايترو
مڃڻ بہ اوهان جي مجبوري سبب ٿيو جو اوهان امام بخاريءَ
جي گارين ۽ گستاخين وارين حديثن کان پاڻ ڇڏائڻ لاءِ
پريشان آهيو، پر اوهان عربياڻي مائي ڪي نبي سائين جن
طرفان پاڻ وٽ گهرائڻ واري حديث ذريعي پنهنجي ڪتاب جي
صفحي 985 تي لکو ٿا تہ جنهن حديث تي عزيزالله پوهيي
اعتراض ڪيو آهي ان جو جواب هن حديث ۾ موجود آهي.

محترم محمد جمن صاحب! سوچي لکو ۽ سوچي
ڳالهايو اوهان پاڻ ان حديث جي باري ۾ ساڳئي صفحي تي





لکو ٿا تہ: اصل حقيقت هي آهي تہ ان عورت ڪي خبر ئي نہ
پئي تہ جنهن شخص مونسان نڪاح ڪيو آهي يا ڪرڻ جو
ارادو رکي ٿو اهو شخص هي آهي.

جمن صاحب! توهان ڪي خبر پئي تہ توهان ڇا لکي ويا
تہ (ان عورت ڪي خبر ئي نہ پئي تہ جنهن شخص مونسان
نڪاح ڪيو آهي يا ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو). جمن هتي تہ
اوهان حديثن ٺاهڻ وارن جي تهمت ڪي لڪائڻ جي ناڪام
ڪوشش ڪئي آهي يعني اوهان ڪي جناب رسول جي عصمت
بچائڻ ڪان وڌيڪ راوين تي ڪڪ رکڻ جو الڪو آهي اوهان
جي ذڪر ڪيل ٻن احتمالن منجهان پهريين احتمال منجهان
ڄڻ تہ ان عورت سان جناب نبي عليہ السلام جي نڪاح جي بہ
ڳالهہ اوهان ايئن ڪري ويا آهيو جو ڄڻ تہ اهو نڪاح بہ
ڪنوار جي بي خبري ۾ ٿي ويو هجي پڪ سان جمن صاحب
تون پنهنجي حديث ٺاهڻ وارن امامن وانگر جناب رسول جو
ڪو پڪو دشمن ٿو نظر اچين جو لکيو اٿئي تہ نبي سائين
جن هي اهڙو نڪاح ڪيو آهي جو ڪنوار ڪي گهوٽ جي سڌ
ئي ڪانهي.

جمن صاحب! توهان هت عربياڻي مائيءَ جي گستاخيءَ
تي ڍڪ رکڻ لاءِ لکو ٿا تہ ان وٽ نبي سائين جن جي اچڻ ۽
ڳالهائڻ ڪان پوءِ بہ ان ڪي خبر ڪانہ پئي تہ هي شخص ڪير
آهي. محترم ڪنير صاحب! حديث گهڙيندڙن تہ عبارت جي
متن ۾ هي بہ لکيو آهي تہ فلما ڪلمها يعني نبي سائين جن
ان عورت سان ڪلام ڪيو آهي، جمن صاحب! ڇا توهان
ٻڌائي سگهندا تہ ان ڪلام ۾ ان گفتگو ۾ ان عورت ڪي نبي

سائين جن ايترو به ڪونه ٻڌايو هوندو ته آئون ڪير آهيان. ٺيڪ آهي اهو سوال ته مون عزيزالله جو ٿيو ته نبي سائين جي گفتگو ان عورت سان ڪهڙي ٿي؟ پر جمن صاحب ته پنهنجي ڪتاب ۾ لکي ٿو ته ان عورت کي خبر ئي نه پئي ته جنهن شخص مون سان نڪاح ڪيو آهي يا ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو. هاڻ اسان خود جمن صاحب جي هنن جملن منجهان ئي نبي سائينءَ جي ان عورت سان ڪيل ڪلام کي سمجهڻ جي ڪوشش ڪيون؟ ڇا نبي سائين جن ان عورت سان ڪيل ڪلام ۾ پنهنجو تعارف ڪرايو ته آئون تو وٽ ڪير آيو آهيان. جمن صاحب فرمائي ٿو ته نبيءَ سائين بابت ان عورت کي ڪا خبر ڪانه پئي ته هي ڪير شخص آهي تنهن ڪري ان عورت اعوذبالله پڙهي (جنهن منجهان هڪ وڏي نفرت ثابت ٿئي ٿي) جيڪڏهن نبي سائين عربياڻي وڏيريءَ کي پنهنجو تعارف نه ڪرايو بلڪ يقين سان ٻي ڪا ته اهڙي ڳالهه ڪئي جنهن تي هوءَ چڙي ڪري اعوذبالله چوڻ لڳي. ۽ جمن صاحب جي توجيهه ۾ به احتمال آهن لکي ٿو ته ان عورت کي خبر ئي نه پئي ته جنهن شخص مون سان نڪاح ڪيو آهي يا ڪرڻ جو ارادو رکي ٿو اهو شخص هي آهي. جمن صاحب! جيڪڏهن انهيءَ ڳالهه کي قبول ڪجي ته معنيٰ ٿيندي ته نبي سائين جن خابرو ماڻهن کان حوال ٻڌي ان عورت کي گهرائڻ جو حڪم ڏنو، پوءِ بقول جمن جي جيڪو ساڳئي صفحي تي لکي ٿو ته **(اها عورت ڪنهن وڏي گهراڻي جي هئي ان کي وڏي مان شان سان ٻنو ساعده جي باغ ۾ آندو ويو هو)** جمن صاحب کان پڇون ٿا ته ڇا ڪنهن عورت جي تعريف جو ٻڌي





ان سان نڪاح ڪرڻ لاءِ ان ڏي ڪنهن ماڻهوءَ کي موڪلي پنهنجي گهرتر بدران پرائي باغ ۾ گهرايو ويندو آهي ڇا؟ ۽ ڇا بقول توهان جي اها عورت وڏي گهراڻي جي هئي ته اها وري ڪنهن به ايري غيري سان گهرائيندڙ ماڻهو جي گهر تر بدران پرائي قلعي ۾ هلي آئي پنهنجي خاندان وارن سان ڪا مشاورت به نه ڪئي ۽ نه وري پنهنجي خاندان جي ڪنهن فرد کي ساڻ وٺي آئي ۽ نه ئي جونيه مائي وانگر ڪا پنهنجي باڊي گارڊ قسم جي مائي آندي يا وري جمن ڪنير جي ڳالهه منجهان هي ثابت ٿئي ٿو ته نبي سائين پنهنجي مجلس جي خابرو ماڻهوءَ کان خبر ٻڌي ته اها عورت وڏي گهراڻي جي به آهي ته ان سان نڪاح ڪرڻ لاءِ ان کي پاڻ وٽ گهرايائين، ڪير ٻڌائي سگهي ٿو ته ڪوئي به شخص ڪنهن عورت سان شاديءَ جي خواهش رکڻ کان پوءِ ان جي طرف پاڻ ويندو آهي يا شاديءَ کان اڳ ۾ ئي ان کي پاڻ وٽ ڪوئي الف بي ماڻهو موڪلي ان کي پاڻ وٽ گهرائيندو آهي؟ ائين ته ڪڏهن به هرگز ڪونه ٿيو آهي البت هيئن ٿي سگهي ٿو ۽ ٿيندو به آهي ته پهريائين مطلوبه عورت جي طرف ڪنهن به مناسب قاصد ذريعي ان سان شادي ڪرڻ جي خواهش جو پيغام موڪلي ان جي راءِ معلوم ڪئي ويندي آهي پر هتي ان رواج جي بلڪل ابتڙ حديثون ٺاهيندڙن پنهنجي عبارت جي متن ۾ ڄاڻي ٻجهي اهڙي ڪابه ٻڌرائي ڪانه ڪئي آهي مون کي لڳي ٿو ته اڳئين زماني جي دشمنان رسول يهودين مجوسين ۽ نصارن نبي سائين جي شان خلاف نون سالن جي ڇوڪريءَ سان شادي ڪرڻ ۽ ڪنهن اجنبي عورت کي ڪنهن يار دوست جي پرائي

باغ يا بنگلي ۾ ان کي گهرائي وري ان وٽ وڃي ڪاهم نہ تہ حديث ۾ ائين لکڻ ۽ چوڻ تہ هبي نفسك لي نبي سائين ان کي چيو تہ تون پنهنجو پاڻ منهنجي حوالي ڪر. جمن صاحب! ٻڌايو تہ ڇا اهي لفظ نڪاح يا شاديءَ لاءِ ڇپيا ويندا آهن ڇا جڏهن تہ شادي ڪان پوءِ نڪاح ٻڌي زال کي بہ ائين ڪونہ چيو ويندو آهي ازدواجي تعلق واري ڳالهہ تہ قول بدران عمل سان ئي ٿي ويندي آهي اهڙيون حديثون ٺاهڻ وارن پنهنجي عبارت جي لفظن ۾ ڄاڻي ٻجهي اهي جهول رکيا آهن جن سان انهن جي ايجنٽ سلمان رشدي يا خود يهودين جي پنهنجي ميڊيا ٽرائيل وارا ادارا ڊنمارڪ، سويڊن ناروي وارن سان انهن جي صديون پوءِ اينڊڙ يهودين مجوسين ۽ نصارن کي. اسان جي نبيءَ جي خلاف ميڊيا ۾ اهڙا خاڪا ٺاهي رسالن ۾ ڪپڙن تي انٽرنيٽ تي دنيا وارن کي ڏيکاري ڇڏين اهوئي تہ سبب هئيو جو محمد علي جناح غازي علم دين جي راجپال کي قتل ڪرڻ واري ڪيس منجهان وڪيل بنجي ڇڏائڻ لاءِ ڪتاب ”رنگيلا رسول“ منجهان، گستاخي وارين حديثن کي علم دين ڪان جج اڳيان اهي ڪوڙيون حديثون هجڻ جو بيان ڏيارڻ جو مطالبو ڪيو هو جنهن کي لاهور ۾ قائم ٿيل ڪيس ڪميٽي جي اهل حديث ممبرن اهڙين حديثن کي ڪوڙو مڃڻ ڪان انڪار ڪيو، جنهن ڪري جناح صاحب بہ ڪيس جي وڪالت ڪرڻ ڪان بہ انڪار ڪيو.

جمن ڪنير صاحب! اوهان جي مون خلاف لکيل ڪتاب ”فتنہ انڪار حديث“ جي صفحي 509 ۾ لکيل ۽





گهڙيل ڳالهہ جيڪا اوهان منهنجي نالي سان منسوب ڪري پنهنجي حديثن وانگر ڪوڙي ڳالهہ لکي آهي تہ: ”بوهيي احاديث مبارڪہ جي صحت تي شڪ جو اظهار ڪندي لکيو آهي تہ بروقت نہ لکڻ جي ڪري فرمان نبوي ۾ ڦيرقار ٿيڻ جو انديشو آهي“ اوهان هوندئن تہ منهنجيون ڪوڙ ساريون ڳالهيون منهنجي ڪتاب جي نالي ۽ صفحي جي نمبرن سان لکيون آهن پر هن ڳالهہ لاءِ اوهان نہ ڪتاب جو نالو لکيو آهي نہ صفحو نمبر سو پڪ سان اوهان مناظري باز ملن واري حرفت سان ڪوڙ گهڙي اهو منهنجي نالي سان منسوب ڪري وري ان جو جواب لکي فاتح بنجڻ جي فنڪاري ڪئي آهي عقل وارا سمجهي سگهن ٿا تہ عزيزالله بوهيو جڏهن قرآن پاڪ جي حمايت ۽ تائيد ۽ حوالن سان آهي ئي تو وارن امامن جي حديثن جو منڪر حديث (45-44-69) تہ پوءِ اهو بروقت حديثون لکڻ جي ڳالهہ ڪيئن ڪندو؟ سو جيتري تائين مون بابت لکيل پنهنجي ڪوڙ جو حوالو نہ ٻڌائيندين تہ آئون آيت ڪريمہ لعنت الله علي الڪاذبين پڙهندو رهندس.

جمن صاحب ٻڌي ڇڏ تہ فتنہ انڪار قرآن نزول قرآن جي زماني ڪان شروع ڪيو ويو هو، جنهن فتني جا ڪيئي قسم آهن انهن منجهان هڪ فتنو مروج علم حديث آهي. جنهن لاءِ خود جمن ڪنير ۽ ٻيا اهل حديث سڏائڻ وارا چوندا آهن تہ حديثون نبي سائيجن جي زماني ڪان ئي لکيون وينديون هئيون.

هاڻ اچو تہ آئون اها ڳالهہ قرآن حڪيم ڪان پڇي اوهان کي ٻڌايان وَقَالَ الَّذِينَ كَفَرُوا لَا تَسْمَعُوا لِهَٰذَا الْقُرْآنِ وَالْغَوْا فِيهِ لَعَلَّكُمْ تَغْلِبُونَ

(26-41) يعني ڪافر آهن اهي ماڻهو جن چيو تہ هن قرآن کي نہ ٻڌو ۽ لغويات (بيهوده ڳالهيون) ان ۾ شامل ڪيو شايد تہ ان طريقي سان توهان غالب ٿي وڃو.

مهربان قارئين! توجہ فرمائيندا تہ آئون اوهان جي خدمت ۾ لغو قسم جون اهڙيون تہ حديثون پيش ڪيان ٿو جن کي پڙهي پوءِ فيصلو اوهان ڪندا تہ اهي حديثون بيهوده آهن يا ناهن. امام بخاري پنهنجي ڪتاب جنهن جي نالي ۾ دوکي ڏيڻ لاءِ الصحيح جو لفظ ڳنڍيل آهي ان جي ڪتاب الطلاق جي چوٿين نمبر واري حديث آندي اٿس تہ آباديءَ کان ڪجهہ پري ڪجين جي باغ ۾ جونيہ نالي هڪڙي عورت آندي وئي جنهن وٽ رسول ڪريم جن ويا ۽ ان مائيءَ کي چيائون تہ "هبي نفسكِ لي" يعني تون پاڻ کي هبي ۾ (مفت ۾) مون کي ڏي (پاڻ حوالي ڪر) تہ ان عورت جواب ۾ چيس تہ هل تهب الملكة نفسها لسوقه. يعني ڇا ڪا بہ راڻي پنهنجو پاڻ ڪنهن بازاري ماڻهوءَ جي حوالي ڪري سگهي ٿي؟. منهنجو تہ خيال آهي جو آءٌ هن حديث مٿان ڪو بہ تبصرو نہ ڪيان پر هن مقام تي پڙهندڙن کي آئون جمن ڪنير صاحب جي هنر طرف ضرور متوجہ ڪندس جنهن مون خلاف لکيل پنهنجي ڪتاب ۾ هن حديث لاءِ جيڪا بخاريءَ جي فن "ٿو ان ون" جو مصداق آهي يعني امام بخاري حديث جي هڪڙي نمبر ۾ بہ حديثون لکيون آهن ۽ ٻئي نمبر واري حديث کي لفظ حديث جي سرخي بہ ڪانہ ڏني اٿس يعني پهرينءَ حديث جي ختم ٿيڻ سان ئي الزام تراشي واري ٻي حديث ۾ سند کان ئي شروع ٿي ويو آهي





جنهن کي جمن صاحب (5257) جي نمبر ڏيڻ سان نقل ڪري لکيو آهي تہ عزيزالله ٻوهيي پنهنجي ڪتاب (امت مسلمہ کي شعور کي خدمت مين اپيل) جي حوالي سان لکيو آهي ۽ عبارت جي نقل ڪرڻ ۾ جمن صاحب جيڪا ايمان داري ڏيکاري آهي پڙهندڙ مهربان ان تي بہ غور ڪن آئون پهريائين جمن صاحب جي نقل ڪيل عبارت لکان ٿو پوءِ جيڪا منهنجي لکيل اصل عبارت آهي اها بہ نقل ڪري لکان ٿو جيڪا حقيقت ۾ مون حديث جي اصل عبارت کان بہ گهٽو گهٽ ۽ اختصار سان لکي آهي ان ڪانپوءِ بخاريءَ جي حديث جي اصل عربي عبارت بہ لکان ٿو پوءِ پڙهندڙ فيصلو پاڻ ڪن تہ جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جن کي گاريون امام بخاري ٿو ڏيئي يا عزيزالله ٻوهيو؟ ۽ پوءِ هي بہ فيصلو ڪندا تہ آئون پنهنجي ڪتاب ۾ بخاريءَ جي ڪهڙي حديث طرف پڙهندڙن کي متوجہ پيو ڪيان ۽ جمن صاحب ان حديث بدران ٻي حديث نقل ڪري ڪيئن ٿو پيو فنڪاري ڏيکاريندي پڙهندڙن کي دوکو ڏئي ۽ پنهنجي بخارا جي امام تي ڪک رکي. مون کي جمن صاحب پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 983 ۽ 984 تي حيا شرم جا ليڪا لتاڙي ڇڏڻ وارو ۽ ٻيو بہ گهڻو ڪجهہ لکيو آهي. هاڻي پهريائين جمن صاحب جيڪا مٿي نقل ڪيل عبارت پنهنجي ڪتاب ۾ نقل ڪئي آهي اها پڙهندا: بخاری کی کتاب الطلاق کی چار نمبر حدیث ہے جس میں معاذ اللہ رسول کو ان مجوسی اماموں کی حدیث میں جونیہ نامی عورت کے پاس ایک جوڑا کپڑوں کا لیکر اس سے برائی کیلئے جاتے ہوئے

دکھاتے ہیں پھر وہ عورت جناب رسول کو گالیاں دیکر گھر سے نکال دیتی ہیں یہ ہوئیں ازبک اور ہراتی اماموں کی لائی ہوئی فعلی حدیثیں۔

جمن صاحب واري نقل جي عبارت هتي پوري ٿي، هاڻي ڪتاب ۾ جيڪا منهنجي عبارت نقل ڪيل آهي اها پڙهي ڏسندا. کتاب بخاری میں کتاب الطلاق کی چوتھی نمبر حدیث میں لکھا ہوا ہے کہ جناب رسول اللہ (معاذاللہ) جونیہ نامی ایک عورت سے شہر سے باہر واقع اسکے ہاں گئے اور اس سے برائی کا مطالبہ کیا تو جواب میں اس عورت نے کہا کہ چل چل میں ایک رانی اور ملکہ ہوں آپ جیسے بازاری شخص کو کیوں کر اپنے قریب آنے دونگی (استغفر اللہ) منهنجي نقل ڪيل عبارت هتي ختم ٿي هاڻي اڳتي ڪتاب بخاري تان اصل عربي عبارت ترجمي سان نقل ڪيان ٿو ان تي غور ڪرڻ فرمائيندا. عن ابی اسید عن اسید رضی اللہ عنہ قال خرجنا مع النبی علیہ السلام حتی انطلقنا الی حائط یقال لہ الشوط حتی انتهینا الی حائطین فجلسنا بینهما فقال النبی علیہ السلام اجلسوا ھھنا و دخل وقد اتی بالجونیہ فانزلت فی بیت فی نخل فی بیت امیمہ بنت النعمان بن شراحیل ومعها دایتها حاضنة لها فلما دخل علیها النبی علیہ السلام قال هبی نفسك لی قالت وهل تهب الملکة نفسها للسوقه ... قال فاهوی بیدہ یضع یدہ لتسکن فقالت اعوذ باللہ منك فقال قد عذت بمعاذ ثم خرج علینا فقال یا ابا اسید اکسها رازقیتین والحقها باهلها.

محترم قارئين! هتي ٿو ان ون وارين ٻن حديثن منجهان پهرين حديث پوري ٿي جنهن جو شارٽ ترجمو نهايت اختصار سان مون پنهنجي ڪتاب (مسلم امت کے شعور کی خدمت میں اپیل) ۾ لکيو آهي جنهن جو حوالو جمن صاحب پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 982 تي ڏنو آهي هاڻي ان حديث جي عربي متن جو مڪمل سنڌي ترجمو ملاحظہ فرمائيندا. ابو اسيد پنهنجي پٽ اسيد رضي الله عنه کان روايت ڪري ٿو تہ ان





چيو تہ اسان نڪتا سين نبي عليہ السلام سان گڏ ايتري تائين جو هڪڙي باغ وٽ پهتاسون جنهن جو نالو شوط هئو ۽ ان تائين دنگ ۽ چيڙو ڪيو سون ٻن پتين تائين پوءِ ويهي رهياسين انهن جي وچ ۾ پوءِ فرمايو نبي عليہ السلام جن تہ توهان اتي ويهو ۽ پاڻ اندر ويا ۽ اتي آندي وئي هئي جونيہ (نالي هڪ عورت) جيڪا لاٿي وئي هئي کجي واري گهر ۾ جيڪو گهر اميمہ بنت النعمان بن شراحيل جو هئو ۽ ان سان گڏ هڪڙي آيا سارسنڀال واري بہ گڏ هئي پوءِ جڏهن داخل ٿيو ان وٽ نبي عليہ السلام چيائينس تہ هبي ۾ ڏي تون پنهنجو پاڻ مون کي، جواب ۾ جونيہ چيو تہ ڇا هڪ راڻي (يا) ملڪہ پنهنجو پاڻ ڪنهن بازاري ماڻهوءَ کي هبي ۾ ڏئي سگهي ٿي؟ (راوي فرمايو تہ) پوءِ وڌايو هٿ پنهنجو نبي سائين جن جيڪو رکي پيو مٿائنس تسڪين خاطر پوءِ جونيہ چيس تہ مان توکان الله جي پناهہ ٿي گهران پوءِ جواب ۾ چيائون تہ تو پناهہ گهري آهي اهڙي ذات جي جنهن جي پناهہ گهري ويندي آهي پوءِ نڪري آيا ٻاهر اسان وٽ ۽ فرمايائون تہ اي ابا اسيد پاراءِ وجي ان جونيہ کي هي رازقي بہ وڳا ۽ گهر ڀاتين وٽ پڄائي اچينس. حديث ختم. هن حديث تي تہ پڙهندڙن جي خدمت ۾ آئون ضروري گذارشون ڪيان ٿو پر پهريائين جمن ڪنير صاحب ۽ ان جي امام جي ايمانداري ۽ پڙهندڙن کي دوکي ۾ وجهڻ جي چالبازي عرض ڪندو هلان اها هيءَ تہ مون عرض ڪيو تہ امام بخاريءَ لفظ. حديث جي هڪ سرخيءَ ۾ هڪ بدران بہ حديثون لکيون آهن پهرين حديث جيڪا مون هاڻي نقل ڪئي ان ۾ ذڪر آهي تہ جونيہ نالي هڪ عورت

ڪجين جي باغ ۾ آندي وئي ۽ اهو ڪجيءَ وارو گهر هو اميمہ
ڌيءُ نعمان پٽ شراحيل جو غور ڪيو وڃي تہ محمد جمن
ڪنير منهنجي نالي هي ڪوڙ لکيو آهي تہ عزيز الله ٻوهيي
جنهن حديث تي اعتراض ڪيو آهي اها هي آهي تہ: تزوج النبی
علیہ السلام امیمہ بنت شراحیل فلما ادخلت علیہ بسط یدہ الیھا فکانھا کرھت
ذالك فامرابا اسید ان یجھزھا ویکسوھا ثوبین رازقیین يعني شادي ڪئي نبي
عليہ السلام جن اميمہ ڌي شراحيل سان پوءِ جڏهن داخل ڪئي
وئي ان وٽ تہ هٿ ڊگهيريائون پنهنجو ان ڏي تہ ان رام
المؤمنين بنايل) اميمة نالي مائيءَ مڪروه سمجهو ناپسند
ڪيو هٿ ڪي پو حڪم ڏنائون ابو اسيد ڪي تہ سامان بہ ڏئيس
ان ڪي ۽ بہ عدد ڪپڙا رازقي ڪواليٽي وارا بہ ڍڪائينس
حديث ختم. مونکي تہ گهڻ آسرو آهي جو جمن ڪنير صاحب
امام بخاري جي هتي هنن ٻن حديثن ڪي گڏ آڻڻ جو مقصد
سمجهي سگهي پر ڪوشش ڪيان ٿو محمد جمن صاحب ڪي
پنهنجو ياءُ سمجهي ۽ الله ڪان دعا بہ گهران ٿو تہ شال جمن
سائين هھڙين توهين رسول ۽ تبرا وارين حديثن ڪي سمجهي
بہ سگهي (جيڪڏهن سندس امام بخاريءَ بدران نبي سائينجن
مٿان ايمان هجيس) سو جمن صاحب جي خدمت ۾ عرض آهي
تہ هي توهان مون مٿان جيڪو ڪوڙ هٽي حديث لکي آهي تہ
عزيز الله هيئين حديث تي اعتراض ڪيو آهي اها ڳالهہ غلط
آهي مون پهريين حديث اختصار سان لکي آهي جنهن ۾ مون
جونيہ جو نالو بہ ذڪر ڪيو آهي جڏهن تہ توهان انهيءَ
باوجود بہ مون ڏي ٻي حديث منسوب ڪئي آهي جنهن ۾





جونيہ بدران اميمہ مائي جو نالو آهي نڪي ٻئي نمبر واري ۽
اها اها آهي جيڪا مون هاڻ نقل ڪئي محترم پڙهندڙ پائرو!
هاڻي مهرباني ڪري انهن ٻنهي حديثن تي غور ڪيو پهرين
حديث ۾ جيڪا جونيہ نالي مائي آندي وئي آهي اها جاءِ ۽ گهر
آهي اميمہ ڌيءُ نعمان پٽ شراحيل جو. ٻي حديث جيڪا جمن
ڪنير نقل ڪئي ۽ مون بہ هاڻ نقل ڪئي ان ۾ نبي سائين
جن ڪي اميمہ ڌي شراحيل سان نڪاح ڪندي ڏيکاريو ويو
آهي هاڻي ٻنهي حديثن منجهان ثابت ٿيو تہ اميمہ نالي ٻہ
مايون آهن جن جو پاڻ ۾ رشتو ٿيو پڦي ۽ ڀائٽيءَ جو ۽ پهرين
حديث ۾ ڀائٽيءَ جي گهر ۾ نبيءَ سائين جن جي شان خلاف
ڪوڙي حديث ناهن تا تہ نبي سائين جن لاءِ ان حديث ۾ جونيہ
نالي هڪ عورت آندي وئي ۽ انهيءَ نبي سائين جن ڪي معاذ
الله بازاري سڏيو ۽ پاڻ ڪي ملڪہ ۽ راڻي سڏيو ۽ نبي سائين
جن ان ڏي هٿ وڌايو تہ ان نفرت وچان اعوذبالله پڙهيو
محترم جمن اوهان ڪي الله هدايت ڏئي ڪجهہ سمجهي
سگهيا تہ امام بخاري جنهن هنر سان نبي سائين جن تي تبرا
ڪري ويو اها ڪيڏي تہ وڏي گار آهي جو ڪنهن هٽرادو
ڪهاڻيءَ جي فرضي عورت جي واتان هڪ تہ نبي سائين جن
ڪي بازاري سڏيو ويو ٻيو امام بخاريءَ ان مائي جي واتان
نبي سائين جن ڪان ان جو هٿ واپس ڪري بخاريءَ اعوذ بالله
پڙهائي آهي اميد تہ اوهان بخاريءَ جي انهي ٽيڪنڪ ڪي
سمجهي ويا هوندا تہ اعوذ بالله پڙهڻ جي مشهوري ڇا بابت
آهي هونئن آئون اوهان ڪي ٻڌائي ڇڏيان تہ تبرا جي فن ۾
امام بخاري شيعن جي عبدالحڪيم ترابي جهڙن تبرا باز

ذاڪرن کان گهڻو متي آهي ۽ ٻي ڳالهہ تہ نبي سائين جن سان
هن ڪهاڻي واري عورت جيڪو سلوڪ ڪيو آهي اهو حديث
جي منهڙين راوين کي جيڪي ٻاهر گهٽي ۾ ويهاريا ويا هئا
انهن پت تي چڙهي حديث ۾ ڇاٽايل نبي سائين جن سان ٿيندڙ
اها واردات ڏٺي؟ يا نبي سائين جن ٻاهر نڪري انهن راوي
سائين سان پاڻ اها روئداد بيان ڪئي؟ يا گهر جي مالڪياڻي
اميمہ ڌيءُ نعمان پنهنجي پقي اميمہ ڌيءُ شراحيل کي ٻڌايو تہ
اڄ منهنجي گهر نبي سائين جن سان مائي جونيہ هي سلوڪ
ڪيو آهي!!! جنهن اهو پنهنجي پائٽيءَ کان احوال ٻڌي بقول
توهان واري حديث جي غيرت ۾ اچي پاڻ بہ پهرين ملاقات ۾
ئي نئين مڙس جناب رسول ڪريم سان ڪاوڙ ۾ اچي جونيہ
مائي وارو سلوڪ ڪيو.

محترم جمن سائين! رب تعالیٰ اسان کان پنهنجي
پياري رسول جي باري ۾ پڇندو تہ اوهان جو ان جي متان
ڪيترو ايمان هو؟ بخاري متان ايمان آڻڻ جو سوال ڪونہ
ڪندو. سو آءٌ اوهان کي الله جو ۽ قرآن جو واسطو ٿو ڏيان تہ
توهان آيت ڪريمہ فَبِأَيِّ حَدِيثٍ بَعْدَ اللَّهِ وَآيَاتِهِ يُؤْمِنُونَ (6-45) متان
ڳوڙها ئي سان غور ڪيو جو اها آيت ڪريمہ چڱي طرح
سمجهائي پئي تہ الله جون حديثون يعني قرآن حڪيم جيڪو
نهايت سهڻين حديثن وارو ڪتاب آهي (39-23) ان جي وحي
ڪيل علم حديث کي آيتن جي نالي سان ئي سڃاڻڻ گهرجي
توهان وارين وحي خفي جي حديثن کي عالمي سامراج ۽ ان
جي فرمانبردار مولوين ۽ سعودي حڪومت وارن هن وقت
تائين ڪتاب بخاريءَ کي قرآن وانگر ٽيهن سيپارن ۾ تہ
ورهائي ڇڏيو آهي جنهن سان هو ماڻهن کي بخاريءَ لاءِ قرآن





ثاني تسليم ڪرائڻ ۾ انهن کي سولائي ٿئي پر اهو بہ ٻڌي
ڇڏيو تہ قرآن جي بہ اها ٽيهن پارن ۾ ورچ بہ الله جي طرفان
ڪانهي ٽيهن سيپارن ۾ قرآن جي ورچ قرآن دشمن حديث
برستن جي آهي چو تہ قرآن حڪيم کي رب پاڪ سورتن جي
شڪل ۽ صورت ۾ نازل فرمايو آهي (24-1) منهنجي معلومات
مطابق عالمي سامراج ۽ ان جي نوڪر سعودي حڪومت
ڪيترن ئي مولوين کي اتحاد ثلاثہ وارن جي جوڙيل علم
حديث کي آيتن جي شڪل ڏيارڻ لاءِ وڏيون وڏيون سٽيپون
آڇون ڪيون آهن پر اجا تائين تہ نتيجو سامهون ڪونہ آيو
آهي اها جدا ڳالهہ آهي تہ اهل حديث فرقي جي لاهوري
مولوين ۽ قارين سن بہ هزار ڏهن تائين تحريف ڪيل سورتهن
قرآن ڇاپيا آهن جڏهن تہ اهل حديثن جي رسالي ماهوار رشد
لاهور جي ڏنل ڄاڻ مطابق مصر، ڪويت ۽ سعودي حڪومت
هن وقت تائين بہ ۽ ٽي ٽي قرآن مس مس تيار ڪيا آهن پر
لاهوري اهل حديث متي ڇاٽايل حڪومتن کان بہ گوءِ ڪٽي ويا.
باخبر ماڻهو هيءَ حقيقت بہ ڄاڻندا هوندا تہ پاڪستان جي اهل
حديث فرقي وارن کي ملڪ هلائڻ واري ايجنسي آءِ ايس آءِ ۽
جماعت اسلاميءَ جي ڀرپور حمايت حاصل آهي، جماعت
اسلامي ڪيتري طاقتور پارٽي آهي ان جو اندازو هن ڳالهہ
منجهان لڳائيندا تہ صدر جنرل ضياءِ الحق پنهنجي دور ۾
سکر شهر جي دوري تي آيو ان جي لاءِ لب مهران تي ڪجهہ
استقبالي نندا نندا پروگرام رٿيل هوا صدر جنرل ضياء الحق
سان گڏ منهنجو دوست مرڪزي وزير صحت مير صبح صادق
خان کوسو بہ گڏ هئو ان مونکي چيو تہ عزيزالله ملٽري روڊ
سکر تي واقع پبلڪ اسڪول جو جيڪو فلاڻو جماعت
اسلامي وارو پرنسپل آهي ان پنهنجي پٽ کي لب مهران

واري پروگرام مهل اتي موڪليو تہ هو جنرل صاحب کي نياپو ڏيئي تہ جڏهن واپسي مهل ايئرپورٽ طرف وڃو تہ مون کي هت اسڪول ۾ اچي ملندا وڃجو ان پيغام ڪان پوءِ واقعي جنرل صاحب هوائي اڏي طرف موٽڻ مهل ڦريائين ان صاحب موصوف کي اسڪول ۾ وڃي مليو پوءِ اسلام آباد ويو هو ۽ هيءَ تازي ڳالهہ بہ ڪنهن کان ڳجهي ڪانهي تہ جماعت اسلامي جي اڳوڻي صدر منور حسن پنهنجي امارت جي ڏينهن ۾ چيو هو تہ جيڪڏهن پاڪستاني فوجي ۽ طالبان پاڻ ۾ وڙهي مئا تہ آئون صرف طالبان کي شهيد قرار ڏيندس ان بيان تي ملڪ جي فوجي طاقتن کي مجال ئي نہ ٿي تہ هو منور حسن جو وارو بہ ونگو ڪري سگهن.

محترم جمن ڀائي دنيا جي حياتي تمام ٿوري آهي عقل کان ڪم وٺو الله جو قرآن صرف انهن حديثن کي دين جي لاءِ سند قرار ڏيئي ٿو جن حديثن جو ٻيو نالو قرآني آيتون آهي (45-6) سو فارس وارن جي تبرائي روايتن کي جن کي علامہ اقبال بہ خرافات قرار ڏنو آهي انهن جي اهڙين حديثن کي قرآن لغو حديثون (26-41) ۽ لهو حديثون سڏيو آهي (31-6) جن جو مختصر نمونو اوهان بخاري جي مٿين حديثن ۾ پاڻ ڏٺو توهان جيڪو دنيا وارن کي خاص ڪري مسلم امت وارن کي بيوقوف بنائڻ لاءِ جناب رسول سلام عليہ جي نالي هي ڪوڙن جا طوفان اياريندا رهو ٿا تہ انهن جا سڀ فرمان حديثن جي نالي سان اهي سڀ وحي خفي ۽ غير متلو الله جي طرفان آهن. اهڙي واويلا سراسر لغو ۽ خرافات آهي توهان جي وحي خفي ۽ غير متلو واري ڍڪوسلي کي قرآن هڪ ئي ٺوڪر سان اڏاري ڇڏيو آهي تہ أَوَلَمْ يَكْفِهِمْ أَنَّا أَنزَلْنَا عَلَيْكَ الْكِتَابَ يُتْلَىٰ عَلَيْهِمْ إِنَّ فِي ذَٰلِكَ لَرَحْمَةً وَذِكْرَىٰ لِقَوْمٍ يُؤْمِنُونَ (29-51) يعني ڇا انهن باطل نظريا





ڦهلائيندڙ ماڻهن جي لاءِ هي ڪافي ناهي جو اسان تو مٿان اهڙو الڪتاب نازل ڪيو آهي جنهن جي هر ضرورت ۾ تلاوت ڪئي ٿي وڃي (يعني اهو وحي متلو وارو ڪتاب) ڇا انهن لاءِ ناڪافي آهي؟ جمن ڪنير صاحب ۽ شبير احمد جمالي صاحب آئون اوهان کان سوال ڪيان ٿو تہ ڇا هن آيت ڪريمہ غير قرآني حديثن جي پيروڪارن جي وحي خفي ۽ غير متلو واري ڍڪوسلي کي رد نہ ڪري ڇڏيو؟ ۽ حڪم ڏنو تہ وحي متلو واري هن قرآن کي ڪافي تسليم ڪيو ۽ صرف ان کي مڃو ۽ غير متلو قسم جا ڍڪوسلا ناهي ماڻهن کي ايمان مان نہ ڪڍو سو سمجهي ڇڏيو تہ جيڪو بہ جمن ڀارو اهل حديث هن آيت ڪريمہ (29-51) کانپوءِ بہ منهنجي دوست قاضي احمد جي خميسي ڪوسي جهڙن ساده دل ماڻهن کي فارس وارن جي غير قرآني روايتن کي وحي خفي ۽ غير متلو سڏي برغلائيندو رهندو تہ اهڙن سڀن ابوجهہ ماڻهن جي گمراهہ ٿيڻ جو وبال بہ پنهنجي ڳچيءَ ۾ وجهندو سو محترم محمد جمن ڪنير صاحب! ڪجهہ الله جو خوف بہ ڪيو ۽ ڪجهہ ديانت داري تي بہ عمل ڪيو جو اوهان مون خلاف لکيل پنهنجي ڪتاب "فتنہ انڪار حديث" جي صفحي 971 تي نبي عليہ السلام جي انصارين سان محبت جي عنوان هيٺ هڪ حديث غلط ترجمي سان لکي پوءِ جيڪا مون مٿان ڪاوڙ چنڊي آهي ۽ پنهنجي پڙهندڙن کي مون خلاف توهان بہ زهراوڳاڇيو آهي ان جي صفائي لاءِ بهتر ٿيندو تہ ڦريائين آئون اوهان جي ڪتاب جي عبارت جو فوٽو اسٽيٽ هت نقل ڪيان پوءِ ان متعلق اوهان جي خدمت ۾ ۽ عام پڙهندڙن جي خدمت ۾ اصل ڪيس پيش ڪيان:-

**جمن ڀائي جي ڪتاب جو فوٽو اسٽيٽ**

## نبي ﷺ جي انصارين سان محبت

عزيز الله ٻوهيي، صحيح بخاري جي هيٺين حديث تي اعتراض ڪيو آهي.

انس بن مالڪ رضي الله عنه کان روايت آهي ته:

جَاءَتِ امْرَاَةٌ مِنَ الْاَنْصَارِ اِلَى النَّبِيِّ صَلَّى اللهُ عَلَيْهِ وَسَلَّمَ فَخَلَا بِهَا فَقَالَ وَاللهِ! اِنَّكُمْ لَاَحَبُّ النَّاسِ اِلَيَّ (صحيح بخاري: ۵۲۳۴)

انصار (قبيلي جي) هڪ عورت نبي ﷺ جن جي خدمت ۾ پنهنجي ڪنهن ڪم جي سلسلي ۾ حاضر ٿي پوءِ پاڻ ان سان هڪ طرف تي اڪيلائي ۾ ڳالهه ٻولهه ڪئي. پوءِ پاڻ فرمايائون ته: الله جو قسم آهي ته توهين (يعني انصار) مون کي سڀني ماڻهن کان وڌيڪ پيارا آهيو.

عزيز الله ٻوهيي بيان ڪيل حديث تي اعتراض ڪندي لکيو آهي ته:

جناب قارئین! یہ جملہ حدیث ساز امام اور فقہ ساز امام دشمنان قرآن اور دشمنان اسلام ہیں۔ ان لوگوں نے جو اپنے ٹکسالوں سے حدیثیں گھڑ گھڑ کر انہیں جناب رسول علیہ السلام کے نام سے مشہور کر کے اس کے دفاتر کے انبار لگا دیے ہیں۔ کیا کوئی شخص امام بخاری کی اس حدیث کو جناب رسول کا عمل اور قول تسلیم کرے گا کہ معاذاللہ! آپ نے انصار مدینہ کی ایک عورت کے ساتھ خلوت کی، بعد میں اسے کہا کہ مجھے انصاریوں کی عورتیں زیادہ اچھی لگتی ہیں۔ لعنت ہو اس حدیث بنانے والے پر جس نے اس ہستی پر ایسی غلیظ تہمت لگائی ہے۔(امت مسلمہ کے شعور کی خدمت میں اپیل: 2-3)

عزيز الله ٻوهيي، صحيح بخاري جي جنهن حديث تي اخلاق کان ڪريل ۽ ادب کان وانجهيل اعتراض ڪيا آهن، اها حديث مبارڪ ٻين ڪيترن مجيل ۽ معتبر ڪتب حديث ۽ تفسيرن وغيره ۾ پڻ موجود آهي، مثلاً: صحيح مسلم: ۶۴۱۸، مسند احمد: ۱۱۸۹۶، ۱۲۳۸۶، ۱۳۳۰۰، ۱۳۶۲۹ صحيح ابن حبان بترتيب ابن بلبان: ۷۲۷۰، مصنف ابن ابي شيبه: ۳۳۰۱۶، ۳۳۰۴۷، السنن الڪبريٰ للنسائي: ۸۲۷۲، مسند ابي يعليٰ: ۳۵۱۷، مسند



ابي داؤد الطيالسي: ۲۱۸۰، شرح السنة للبغوي: ۳۹۷۷، فضائل الصحابة للامام احمد بن حنبل: ۱۴۵۷، البحر الزخار المعروف بمسند البزار: ۷۴۰۲، ڪتاب الآحاد والمثاني لابن ابي عاصم: ۱۷۳۶، الطبقات الڪبريٰ لابن سعد ۲۵۲/۲، وغيره.

امام بخاري رحمه الله پنهنجي صحيح ۾ اعتراض ڪيل روايت ڪي لفظن جي تبديليءَ سان ڪيترين جاين تي ذڪر ڪيو آهي ۽ ان حديث مان ڪيتريون ئي علمي ڳالهيون ظاهر ڪيون آهن:

① ڪتاب مناقب الا نصار ۾ باب "قول النبيّ ﷺ للانصار: انتم احبُّ النّاس اِلَيّ (باب: نبي ﷺ جن جو انصار کي اهو چوڻ ته: توهان ماڻهو مون کي سڀني ماڻهن کان وڌيڪ پيارا آهيو.)

② ڪتاب النڪاح ۾ "باب ذهابِ النّساء وَالصّبيانِ الي العُرُسِ" (باب: شادي جي دعوت ۾ عورتن ۽ ٻارن جو وڃڻ)

③ ڪتاب النڪاح ۾ "باب: ما يَجُوزُ ان يَخْلُوَ الرَّجُلُ بِالْمَراةِ عِنْدَ النَّاسِ" (باب : ماڻهن جي موجودگي ۾ هڪ مرد، ٻي (غير محرم) عورت سان اڪيلائي ۾ ڳالهائي ته جائز آهي)

④ ڪتاب الايمان والنذور ۾ "باب" ڪيف ڪانت يَمِيْنُ النبيّ ﷺ" (باب: نبي ﷺ جن قسم ڪيئن ڪڻندا هئا)

امير المؤمنين في الحديث امام بخاري رحمه الله تي الله تعاليٰ جون اڻ ڳڻيون رحمتون هجن جنهن هڪ ننڍڙي حديث مبارڪ مان ڪيترا علمي موتي. هيرا ۽ جواهر عيان ڪيا آهن. ان عظيم انسان جي مقابلي ۾ عزيز الله ٻوهيي زَهر کان وڌيڪ زهريلا لفظ. ڪڙا جُملا ۽ ڪسارا خيال ذڪر ڪري پنهنجي گندي ذهنيت ۽ ٻُڇڙي سرچ جو اظهار ڪيو آهي. جيڪڏهن ڪيس الله تعاليٰ جي خوف ۽ حياءُ مان ناليٰ ماتر به ڪا شيءِ دل ۾ هجي ها ته هوند اهڙا اگرا اکر هرگز نه لکي ها. حديث ۽ صحيح بخاري جي مقام ۽ حيثيت سان دشمنيءَ ۾ ايترو ته انڌو نظر اچي ٿو جو نبوي زبان مان نڪتل پاڪ لفظن ۽ انهن کي ذڪر ڪندڙن جي مٿان لعنت وجهي ويو آهي. اهي لفظ نه سندس ڪتاب مان ميٽبا ۽ نه ئي سندس عملنامي مان بشرطيڪ، توبه تائب ٿئي، ورنه انهن اکرن کي قيامت جي ڏينهن عدل جي ساهمي ۾

ضرور توريو ويندو. انشاءَ الله.

جن محدثين رحمهم الله ان حديث کي بيان ڪيو آهي ڪنهن هڪ بہ اها معنيٰ ۽ اهو مطلب نہ ورتو آهي جيڪو عزيز الله ٻوهيي بيان ڪيو آهي. محمد رسول الله ﷺ هن امت جي سيني مسلمان مردن ۽ عورتن جو روحاني پيءُ آهي. ان عظيم ناتي سان اهو جيڪڏهن پنهنجي ڪنهن نياڻي سان اڪيلائي ۾ ڳالهائي تہ جائز آهي، جڏهن تہ امت جي باقي فردن لاءِ حرام آهي، جيئن حديث مبارڪ ۾ بيان ٿيل آهي. عام انسانن مان پيءُ هئڻ جي ناتي ڪنهن کان بہ ڪا غلطي ۽ ڪوتاهي ٿي سگهي ٿي پر، صاحب وحي محمد رسول الله ﷺ کان هرگز نہ. دنيا جي پيئرن جون سندن نياڻين سان بي واجبيون ۽ زيادتيون ٿيون هيون، ٿين پيون ۽ ٿينديون پر، پيغمبر ﷺ متعلق هرگز اهو گمان نہ ٿو رکي سگهجي. بربادي آهي ان قلم کي سنڀاليندڙ مصنف لاءِ جنهن نبوي لفظن تي لعنت وڌي آهي ۽ انهن جو غلط مطلب بيان ڪيو آهي. حقيقت ۾ اهو عمل بيمار سوچ جي ڪري ٿئي ٿو. سچ آهي تہ

وکم من عائب قولًا صحيحًا.

وآفتـه مـن الفهـم السقيـم

(ڪيترائي ماڻهو صحيح ڳالهہ مان عيب ڪڍڻ وارا هوندا آهن جڏهن تہ انهن جي اصل مصيبت بيمار عقل هوندو آهي)

انصار صحابہ رضي الله عنهم سان محبت ڪرڻ ايمان جو جز آهي. براء بن عازب رضي الله عنه کان روايت آهي تہ نبي ﷺ جن فرمايو تہ:

الْاَنْصَارُ لَا يُحِبُّهُمْ اِلَّا مُؤْمِنٌ ، وَلَا يُبْغِضُهُمْ اِلَّا مُنَافِقٌ فَمَنْ اَحَبَّهُمْ اَحَبَّهُ اللهُ ، وَمَنْ اَبْغَضَهُمْ اَبْغَضَهُ اللهُ..... الحديث.

(صحيح بخاري: ۳۷۸۳، صحيح مسلم: ۲۳۷، ترمذي: ۳۹۰۰، ابن ماجه: ۱۶۳، مسند احمد: ۱۰۱۳۰، ۱۰۴۳۹، صحيح ابن حبان بترتيب ابن بلبان: ۷۲۷۲، السنن الڪبريٰ للنسائي: ۷۲۷۶، مجمع الزوائد: ۱۶۴۷۲ مصنف ابن ابي شيبه: ۳۳۰۱۹، ڪتاب الآحاد والمثاني لابن ابي عاصم: ۱۷۷۸)

انصار سان محبت مؤمن ڪانسواءِ ٻيو ڪونہ ڪندو ۽ انهن سان



بغض بہ منافق ڪانسواءِ ٻيو نہ ڪندو. پوءِ جيڪو انهن سان محبت ڪندو، الله انهن سان محبت ڪندو ۽ جيڪو انهن سان بغض رکندو، الله (وري) انهن سان بغض رکندو.

مسلمان هئڻ جي ناتي اسين انصار توڙي مهاجر صحابہ رضي الله عنهم سان دلي محبت رکون ٿا ۽ پنهنجو ايمان ايستائين اڌورو، اڻ پورو ۽ غير مقبول سمجهون ٿا جيستائين ان ۾ صحابہ رضي الله عنهم سان محبت نہ هجي. انصار، نبي ﷺ جن کي جيڪو ساٿ ڏنو ۽ مسلمانن جي پنهنجي هڙان ۽ وڙان جيڪا سچي دل سان خدمت ڪئي اها ڀلا ڪنهن کان ڳجهي آهي؟ سندن وفاداري ۽ سچائي جي بنياد تي الله تعاليٰ، محمد ﷺ ۽ مؤمن مسلمان، انصار سان محبت رکن ٿا. جنهن جي بہ دل ۾ اهر جي داڻي جيترو انهن لاءِ بُغض آهي اهو پنهنجي ايمان تي نظرثاني ڪري. جيتري قدر نبي ﷺ جن جي اخلاق ۽ ماڻهن سان سندن همدردي جو تعلق آهي تہ ان معاملي ۾ پوري جڳ ۾ سندس مَٽُ ڪوبہ نہ ٿيندو. سندن خدمت ۾ ڪيترائي مرد ۽ ڪيتريون ئي عورتون حاضر ٿينديون هيون پاڻ هر هڪ جي ڳالهہ توجہ ۽ غور سان ٻڌندا ۽ وس آهي سندن گهرج پوري ڪندا هئا. سياڻن ۽ سيبنن کي سندن مجلس ۾ مان ملندو هو تہ اياڻن ۽ اپرن کي بہ عزت ملندي هئي. انس رضي الله عنه کان روايت آهي تہ:

اَنَّ امْرَاَةً كَانَ فِي عَقْلِهَا شَيْءٌ فَقَالَتْ يَا رَسُولَ اللهِ اِنَّ لِي اِلَيْكَ حَاجَةً فَقَالَ «يَا اُمَّ فُلَانٍ انْظُرِي اَيَّ السِّكَكِ شِئْتِ حَتّٰى اَقْضِيَ لَكِ حَاجَتَكِ». فَخَلَا مَعَهَا فِي بَعْضِ الطُّرُقِ حَتّٰى فَرَغَتْ مِنْ حَاجَتِهَا.

(صحيح مسلم: ۶۰۴۴، صحيح بخاري: ۶۰۷۲. ابوداؤد: ۴۸۱۹، ابن ماجه: ۴۱۷۷، مسند احمد: ۱۱۵۳۰، صحيح ابن حبان بترتيب ابن بلبان: ۴۵۲۷، مسند ابي يعليٰ: ۳۴۷۲، شرح السنة للبغوي: ۳۶۷۲، شمائل الترمذي: ۳۳۰، دلائل النبوة للبيهقي ۱/۳۳۱-۳۳۲)

بيشڪ هڪ عورت جنهن جي عقل ۾ ڪجهہ فتور هو (اها سندن خدمت ۾ حاضر ٿي) پوءِ ان ڪين عرض ڪيو تہ اي الله جا رسول! (ﷺ) منهنجو توهان ۾ ڪم آهي (پر ماڻهن جي اڳيان چئي نہ ٿي سگهان) پوءِ

پاڻ ڪيس چيائون تہ اي فلاڻي جي امڙ! تون جيڪا گهٽي ڏسين (آئون اتي
تنهنجي ڳالهہ ٻُڌڻ لاءِ تيار آهيان) ايستائين جو آئون تنهنجي حاجت
پوري ڪريان. پوءِ پاڻ ان سان ڪنهن گهٽيءَ ۾ اڪيلا ٿي ويٺا ايستائين
جو اها پنهنجو ڪم (ٻُڌائڻ) مان واندي ٿي.

اڪيلائي ۾ ڳالهہ ٻُڌائڻ جو مقصد اهو هو تہ اهي ڳالهيون موجود
مردن جي ڪنن تائين نہ پهچن ۽ ڳالهہ جو پرم بہ رهجي اچي. رحمت
ڪائنات محمدﷺ جن جوڪيڏو نہ بلند اخلاق هو جو چرين جي ڳالهہ بہ
ائين ٻُڌاندا هئا جيئن اهي ٻُڌائڻ گهرندا هئا. هڪ اهڙي حديث جيڪا
نبيﷺ جي اعليٰ اخلاق، عاجزي، سادگي، همدردي، احساس ۽ انسانيت
کي ظاهر ڪري ٿي، ان مان عزيز الله ٻوهيي صرف لغت عربيہ جي ظاهر
کي سامهون رکي ڪيڏو نہ غلط مطلب ورتو آهي. امت جو ڪوبہ سمجهدار
مسلمان سندس ان مطلب کي هرگز قبول نہ ڪندو.



جمن صاحب جي ڪتاب جي فوٽو ڪاپي ڪان پوءِ
پڙهندڙن جي خدمت ۾ منهنجي گذارش:

محترم جمن صاحب اوهان پنهنجي ڪتاب جي صفحي
نمبر 971 تي جيڪا حديث لکي آهي پوءِ ان حديث جي
فضيلتن تي واعظ لکي پوءِ مون مٿان تبرا ڪئي آهي اها بہ
اهڙي جو چڻ ڪنهن بہ بي سمجهہ جوشيلي ماڻهوءَ کي مون
خلاف چيڙائي پڙڪائيو آهي جنهن سان توهين رسالت جي
ڪيس جو مون کي اهڙو شخص جوابدار سمجهي بغير
ڪتابي چند چاڻ جي رڳو اوهانجي ڪتاب تي اعتبار ڪري ۽
مون کي اچي ماري تہ پوءِ ان قاتل کي رڳو ثواب قبي ۽ جمن
صاحب ان جي اهڙي ڪارنامي جو انعام اڪيلي سر پنهنجي
آقائن کان وصول ڪري ڏيڪاري تہ ان ٻوهيي ڪافر کي مون
مارايو آهي مون کي مزوري ڏيو.

جمن صاحب! شايد بلاشاه جو چوڻ آهي تہ اک نکتے وچ گل
کدی اے. اهو هڪ نڪتو هي آهي تہ اوهان واري نقل ڪيل
حديث ۾ هڪ تہ بخاري اندر استعمال ٿيل جملو هي آهي تہ
والله انكن لاحب الناس الي يعني قسم آهي الله جو تہ توهان انصارين
جون مايون مون کي ڏاڍيون محبوب آهيو. يا وڻنديون آهيو. يا
پسند آهيو جيڪو بہ انهن معنائن منجهان جيڪا معني وٺي
اها صحيح چئبي لفظ انکن بدران اوهان پنهنجي نقل ۾
خيانت ڪندي لکيو آهي تہ والله انكم لاحب الناس الي يعني قسم آهي
الله جو تہ اوهان انصارين جا مرد مونکي ڏاڍا وڻندا آهيو.

جمن صاحب! آئون عزيزالله ڪنهن جو پگهاردار ڪونہ
آهيان جو ڪنهن جي پروف جي غلطي کي بہ بهانو بنائي ان
جي مخالفت ڪيان ۽ ان تي بہ مزدوري وٺان پر منهنجا سائين

حديث ۾ استعمال ٿيل جمع مؤنث ڪي تہ اوهان جمع مذڪر بنايو پر اڳتي معنىٰ ۾ بہ پنهنجي غلط استعمال جي درستي توهان ڪانہ ڪئي آهي يعني معنىٰ ۾ بہ انصاري عورتن بدران اوهان بريڪٽ ۾ صيغي جي لحاظ سان انصار مرد لکي ويا آهيو انهيءَ منجهان هي ثابت ٿيو تہ اوهان جو ضمير ۽ اندر جو جج بہ امام بخاري جي حديث جي اصل لفظ جمع مؤنث واري صيغي کي غلط قرار ڏئي ٿو تنهن جي ڪري اوهان انکي مٿائي پنهنجي نقل ۾ جمع مذڪر بنائي ڇڏيو آهي شايد اهو سمجهي تہ توهان جي نقل کي اصل سان ڀيٽا ڪرڻ جي تڪليف ڪير نہ ڪندو ۽ آئون پنهنجو اهڙو دجل ڍڪي ويندس مون تہ اوهان جو مون خلاف لکيل ڪتاب وچواڙي ڏسي هي جواب لکيو آهي سو لڳي ٿو تہ ڪتاب ۾ توهان ٻيا بہ ڪوڙسارا دجل ڪيا هوندا. سو اڳتي اوهان جي مون خلاف سموري لفاظيءَ جا جملا ۽ تبرا سڀ اوهانجي پنهنجي نوڪري پڪي ڪرڻ جي ڳالهہ ڇٽبي ورنہ اوهان جي دل اوهان جو ضمير تہ امام بخاري جي خلاف ٿو نظر اچي اوهان بہ تہ حديث ۾ ايتريءَ تبديلي سان بخاري جا منڪر بہ بڻجي ويا سچي ڪيو يا نہ ڪيو سو محترم جمن سائين خبردار آئون عزيزالله ڪنهن ايري غيري نٿو خيري جو پگهاردار ناهيان توهان مون خلاف لکيل ڪتاب جي ٽائيٽل تي پاڪستاني ڪورٽن جا ڪتاب رکي انهن مٿان ڪورٽ جو هٿوڙو رکي مون تي اڳتي هلي ڪيسن ڪرڻ جي ڌمڪي ڏني آهي آئون ناموس رسالت جي حفاظت خاطر پاڪستان جون ڪورٽون تہ ڇا پر سعودين جي ڪورٽن کي بہ چخي ئي ڪونہ ڪيان منهنجي لاءِ اهو وڏي فخر جو ڏهاڙو ٿيندو جو مونکي اوهان





جو عدالتون قرآن ڪي الله جو وحده لاشريڪ قانون جو ڪتاب سڏڻ جي ڏوهہ ۾ ڦاسيءَ تي چاڙهينديون تہ ان مهل آئون صاحب قرآن پنهنجي الله کي چوندس تہ:

در عشق توے کشند غوغائیست

تو نیز بر سربام آچہ خوش تماشائیست

مدتیست کہ آوازہ منصور کہن شد،

من از سر نو جلوہ دہم دار ورسن را

سنا ہے کل تیرے در پر ہجوم عاشقاں ہوگا

اجازت ہو تو آکر میں بھی شامل ان میں ہو جاؤں

جمن پائو! اٽيي ۽ رکي ماني کائڻ ۾ ڏاڍو مزو آهي تون دشمنان رسول جي تبرا وارين ڪوڙين حديثن تي سٽيي ماني کائڻ ڇڏي ڏي زندگي ڏاڍي مختصر آهي اجها ٿي ختم ٿئي نہ تہ حقيقت ۾ اوهان ۽ ذاڪر نائڪ جهڙن ۽ گهڻن ٻين جيئرن مئلن جي خبر اٿم تہ انهن جو مارڪيٽ ۾ ڪيترو مان مرتبو آهي ۽ هئيو.

محترم جمن صاحب! اوهان جنهن خلاف قرآن علم روايات جي وڪالت ڪرڻ وقت وهلور پيا وجو ٿا انهيءَ علم جي روايتن جي بنياد تي برصغير جي ورهاڱي کان اڳي جناب رسالتمآب عليہ السلام جن جي ذات اقدس خلاف هڪ هندو مصنف پنڊت چموپتي ڪتاب رنگيلا رسول لکيو، جيڪو ڪنهن مسلمان هندن جي مقدس ڪردار ديوي سيتا جي خلاف ان ڪي رنڊي ڪري پنهنجو پمفلٽ ڇپايو هئو. ڪتاب ”رنگيلا رسول“ ان جي بدلي ونڻ لاءِ لکيو ويو هئو پوءِ مولوين جي واعظن علم دين کي تيار ڪري ان جي هٿاروڻ ڪتاب جي

مصنف بدران پبلشر راجپال کي قتل ڪرايو پوءِ علم دين کي
غازي سڏي ڪورٽ منجهان آزاد ڪرائڻ لاءِ انوقت جيڪا
ڪيس ڪاميٽي ٺاهي وئي هئي انهن جناح صاحب کي ملي
اهو ڪيس ڪٺائڻ ۽ علم دين کي آزاد ڪرائڻ لاءِ وڪيل بڻجڻ
جو مطالبو ڪيو ۽ وڪالت جي في بہ جناح سان ٽيھ هزار
روپيہ طئہ ٿي وئي هئي جناح صاحب صرف گستاخي وارو
ڪتاب "رنگيلا رسول" پڙهڻ لاءِ گهريو جيڪو ان کي اهو ڏنو
ويو ۽ چيو تہ توهان سڀاڻي مونسان ملو تہ رات ۾ آءٌ ڪتاب
پڙهي پوءِ اوهان کي ڪيس بابت ۽ غازي علم دين کي آزاد
ڪرائڻ بابت فائنل ڳالھ ٻڌائي سگهندس پوءِ جناح صاحب ان
ڪتاب کي پڙهڻ کان پوءِ ٻئي ڏينهن تي ڪيس ڪميٽيءَ وارن
کي گهرائي چيو تہ ڪتاب ۾ جناب رسول عليہ السلام جن تي
غير عورتن سان ملڻ جون حديثون لکيل آهن انهن لاءِ اوهان
جيل ۾ وڃي غازي علم دين کي سمجهايو تہ اهو جج سامهون
ڪورٽ ۾ بيان ڏئي تہ انهن حديثن ۾ اسان جي رسول تي
ڪوڙا بهتان لڳل آهن ۽ جناب رسول عليہ السلام جي شان
خلاف دشمنن ڪوڙيون حديثون ٺاهيون آهن سو جڏهن علم
دين ڪورٽ ۾ اهڙو بيان ڏيندو تہ پوءِ آئون ان کي آزاد
ڪرائي ويندس. انتي ڪيس ڪاميٽي وارن اهل حديثن جناح
صاحب کي چيو تہ اسان غازي علم دين کان ڪورٽ ۾ انهن
حديثن جي ڪوڙي هجڻ جو بيان ڪونہ ڏياريندا سون اوهان
اهڙي بيان ڏيارڻ کان سواءِ اسان کي علم دين آزاد ڪرائي
ڏيو پوءِ جناح صاحب بہ تمام تيز طبعت جو ماڻهو هئو سو ان
ڪاميٽي وارن کي اهو چئي ڪيس موٽائي ڏنو ۽ پاڻ وٽان
اٺاري ڪڍيو تہ جيڪڏهن ڪتاب اندر حديثن ذريعي لڳايل





اهڙا الزام سڀ سچا هوندا تہ پوءِ علم دين ڪيئن آزاد ٿيندو؟
جمن صاحب! پوءِ دنيا کي خبر آهي تہ علم دين طرفان
ڪوڙين حديثن کي ڪوڙيون نہ چوڻ سبب ان کي ڦاسي اچي
وئي ۽ اوهان جن ڪوڙين حديثن ٺاهڻ وارن امامن جي
پاڪائي لاءِ وهلور پيا وڃو ڇا اوهان کي انهن امامن جي باري
۾ قرآن حڪيم جي هن اطلاع جي خبر ناهي تہ جاگيردارن
جي جاءِ نشين نسل لاءِ رب پاڪ فرمايو تہ وَجَعَلْنَاهُمْ أَئِمَّةً يَدْعُونَ إِلَى
النَّارِ وَيَوْمَ الْقِيَامَةِ لَا يُنصَرُونَ (41-28) آل فرعون يعني جاگيردار طبقي
جي ماڻهن کي افرادن کي سنڌن غلط نظرين سبب اسان جي
قانون، پيشوا ۽ امام بنائي ڇڏيو جن جو دنڌو ۽ ڪرت ئي اها
هئي جو هو پنهنجي، خلاف قرآن نظرين طرف جنهن کي تنهن
کي سڏڻ ڪري جهنم ۾ ماڻهن جي ڀرتي وڌائڻ جا امام بنجي
ويا آهن.

محترم جمن ڪنير صاحب پنهنجي ڪتاب جي صفحي
نمبر 232 تي لکي ٿو تہ "بوهيي لکيو آهي تہ هر حج اڪبر جي
موقعي تي وقت جي حڪومت کي سڏ ڏيڻو آهي نوٽيفڪيشن
جاري ڪرڻو آهي، اسين بوهيي کان پڇون ٿا تہ جنهن وقت
الله تعالى ابراهيم عليہ السلام کي حج جي پڙهي ڏيڻ جو
حڪم فرمايو هو ان وقت سندس حڪومت هئي ڇا؟ ان سوال
جو جواب ڪنير صاحب جي خدمت ۾ آهي تہ هائو جناب
ابراهيم عليہ السلام شهنشاھ بادشاھ هئو ان لاءِ قرآن پڙهي
ڏسندا قَالَ إِنِّي جَاعِلُكَ لِلنَّاسِ إِمَامًا (2-124) (6-83) رب پاڪ جناب
ابراهيم عليہ السلام کي فرمايو تہ آئون توکي ذات انسان جو
قائد پيشوا ۽ اڳواڻ بنايان ٿو، محترم جمن خان منهنجي
اوهان لاءِ دعا آهي تہ شال رب سائين اوهان کي دشمنن کي

سچائڻ جي توفيق ڏني جو رب پاڪ پنهنجي سين نبين لاءِ
فرمايو تہ وَكُلًّا آتَيْنَا حُكْمًا وَعِلْمًا (79-21) يعني اسان سين نبين کي
حڪمراني بہ ڏني ۽ علم وحي بہ ڏنو پر چاڪجي جو مترفين
ڪلاس جيڪي پورهيتن جي ڪماين جو استحصال ڪري
سين نبين جي سياسي انقلابن ۽ حاڪميت جو ذڪر ڄاڻي
ٻجهي ڪونہ لڪرايو آهي انهن پنهنجي وڪائو مال لڪارين
کان ڪوڙين حديثن وانگر انهن حديثن جي حوالن سان
ڪوڙيون تاريخون بہ لڪرايون آهن اجا بہ توريت انجيل کي
عهدنامہ عتيق ۽ جديد جي نالي بلڪ بائيبل جي نالي سان بہ
جيڪي تحريف ٿيل نبين جا ڪتاب مارڪيٽ ۾ آندا آهن ۽
مسلمانن ۾ قرآن جي رد طور بائيبل منجهان ورتل ڪوڙا
قصا ۽ ڪهاڻيون انهن کي اسان جي نبي عليہ السلام جي
حديثن جو نالو ڏيئي مسلم امت جي علم کي بہ پنهنجي
بگاڙيل علم جهڙو ڪري ڇڏيو اٿن جو امت وارا دين سکڻ لاءِ
قرآن بدران يهودين جي سبائي تحريڪ جي باني عبدالله بن
سبا واري ۽ ٻئي نمبر تي امت مسلمہ جي اندر عالمي سامراج
جي ايجنٽ ابن جرير طبري ۽ زهري جهڙن ماڻهن ذريعي الله
جي طرفان بندش پيل غير قرآني علم کي مٿي ڄاڻايل ماڻهن
حديث رسول جو نالو ڏيئي امت وارن کي قرآن کان پري
ڪري ڇڏيو آهي ڄاڻ گهرجي تہ اهڙي جٺ عيسائين سان بہ
يهودين ڪئي هئي جو هو منڍ ۾ وفات عيسىٰ عليہ السلام
کان پوءِ ان کي ٻين انسانن ۽ نبين وانگر انهن جي هتي
زمين تي مري وڃڻ ۽ مدفون هجڻ جو عقيدو رکندا هئا ۽
هتي عيسىٰ جو زمين تي مري وڃڻ جو ذڪر خود قرآن ۾ بہ
آهي (5-117) پر جنهن سازشي يهوديءَ پنهنجو مذهب ڇڏي





عيسائي بنجڻ جو اعلان ڪيو هو پوءِ آهستي آهستي انهن ۾
هن نظريي کي بہ ڦهلائڻ شروع ڪيائين تہ عيسى کي مرڻ
کان پوءِ الله مٿي کڻي ورتو آهي هاڻي اهو چوٿين آسمان تي
جيئرو رهائش پذير آهي ان کان پوءِ مسلمانن ۾ عيسىٰ جي
جيئري هجڻ ۽ وري موٽي اچڻ جون ڳالهيون يهودين حديث
رسول جي نالي مشهور ڪرايون آهن. پوءِ اڳتي هلي جناب
خاتم الانبياءِ عليہ السلام متعلق انهن بائيبل وارن ظاهر ۾
مسلمان بنجي ان لاءِ بہ حديثون ناهيون تہ الله ان کي معراج
ڪرايو هو ۽ عرش معلىٰ تي ويندي ويندي رستي ۾ چوٿين
آسمان تي عيسىٰ عليہ السلام سان ملاقات بہ ڪيائين وغيره
وغيره. محترم محمد جمن صاحب عيسائي مذهب وارا جناب
عيسىٰ عليہ السلام لاءِ پنهنجي يهودي استاد جي سيکارڻ کان
پوءِ هي عقيدو رکن ٿا تہ عيسىٰ عليہ السلام پهريائين هتي
دنيا ۾ فوت ٿيو هو پوءِ ان کي الله مٿي کڻي آسمانن تي
جيئرو ڪري رهايو آهي ۽ هو اتاهون قيامت جي ويجهي اچڻ
مهل هت دنيا ۾ وري موٽي ايندو ۽ قرآن حڪيم بہ عيسىٰ
عليہ السلام بابت دنيا ۾ مري وڃڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي فَلَمَّا
تَوَفَّيْتَنِي كُنتَ أَنتَ الرَّقِيبَ عَلَيْهِمْ (5-117) هاڻي وفات کان وٺي قيامت
جي قائم ٿيڻ تائين وچ واري عرصي کي قرآن حڪيم برزخ
جو نالو ڏنو آهي سو جيڪڏهن اوهان اهل حديثن کي الله جي
قرآن تي ايمان هجي تہ پوءِ سورت المؤمنون جون آيتون نمبر
نوانوي ۽ هڪ سؤ پڙهي ڏسندا تہ رب پاڪ مرڻ کان وٺي
قيامت ڏينهن اٿڻ کان اڳ وچ واري عرصي کي برزخ سڏيو
آهي ۽ انهي وچ ۾ دنيا ڏي موٽي اچڻ جي مطالبي ڪرڻ وارن
کي رب پاڪ دڙڪي سان وراڻي ڏني آهي تہ "ڪلا" خبردار

ڪنهن کي بہ دنيا ۾ وري ڪونہ موٽايو ويندو انهاڪلمةهوقائلها يعني اهڙو دنيا ۾ موٽي وڃڻ جو مطالبو ڪرڻ وارو اسان جي ڪلمي ۽ اصول سان هٿ چراند ٿو ڪري اسان جي هڪ ٺهہ ٺيل اصول کي ٽوڙڻ جو اعلان ٿو ڪري خبردار زندگي هڪ دفعو ملندي آهي ان دنياوي زندگي ڪانپوءِ قيامت ڏينهن اٿڻ تائين وچ وارو سمورو عرصو برزخ جو پيرڊ آهي. عيسىٰ عليہ السلام جهڙي اولي العزم نبيءَ جي ٻيهر دنيا ۾ موٽي اچڻ جو نظريو جنهن بہ فرقي ٺاهيو آهي ان فرقي وارا ماڻهو جناب خاتم الانبياء محمد عليہ السلام جي ختم نبوت جا دشمن آهن سو آئون محمد جمن ڪنير ۽ ان جي اسلاف کي جاهل ڪونہ ٿو سمجهان البتہ هو سازشي ۽ قرآن حڪيم جا دشمن ضرور آهن باقي عيسىٰ عليہ السلام جي ٻيهر دنيا ۾ قيامت ويجهو موٽي اچڻ جي نظريي رکڻ وارن اهلحديثن حنفين مالڪين حنبلين شافعين شيعن سنين سڀن کي آءٌ منڪر ختم نبوت قرار ڏيان ٿو هن دليل سان تہ ڪو بہ نبي مرڻ تائين نبي هوندو آهي پر جناب محمد عليہ السلام جي نبوت انجي مرڻ ڪان پوءِ بہ قيامت تائين هلندي ان ڪري جناب محمد عليہ السلام جي نبوت باقي ۽ جاري هجڻ ڪري اهي حيات النبي بہ آهن (2-154) ۽ پنهنجي جيئري هو ڪڏهن بہ نبوت کان رٽائر نہ ٿيندو آهي سو جيڪڏهن عيسىٰ عليہ السلام ٻيهر دنيا ۾ واپس ايندو تہ ڇا پوءِ اهو انجيل تي هلندو يا قرآن تي هلندو جيڪڏهن هو قرآن تي هلندو تہ پوءِ ڇڻ پنهجي انجيل واري نبوت کان رٽائر تصور ڪيو ويندو ۽ قرآن حڪيم ۾ جناب عيسىٰ عليہ السلام جي نبوت جو دائرو تہ محدود ڄاڻايو ويو آهي جو ان لاءِ رب پاڪ ٻڌايو تہ وَرَسُولًا إِلَىٰ





بَنِي إِسْرَائِيلَ (3-49) يعني عيسىٰ جي نبوت صرف بني اسرائيل لاءِ هوندي، پوءِ ڇا عيسىٰ الله جي ڏنل ڊيوٽي (3-49) کان آسمان تان لهڻ ڪانپوءِ رٽائر ٿيندو ڇا؟ سوهي حديثون گهڙڻ تہ هو اچي دجال کي ماريندو اهڙيون حديثون قرآن جي معنىٰ ۾ دجل ڪرڻ وارن دجالن پاڻ ٺاهيون آهن هن لاءِ تہ قرآن حڪيم جي هدايتن ۽ مفهومن ۾ ڪيل انهن جي پنهنجي دجل جي طرف ڪنهنجو بہ ڌيان نہ وڃي جيئن اهل حديث وارن لکيو آهي تہ مصر وارن بہ قرآن ٺاهيا آهن ڪويت وارن بہ ٻہ قرآن ٺاهيان آهن سعودي وارن ٽي چار قرآن ٺاهيان آهن لاهوري اهل حديثن سورنهن قرآن ٺاهيا آهن سو قرآن جيڪو خود ئي سهڻين حديثن وارو ڪتاب آهي (39-23) ان جي مقابلي ۾ اچي اهل حديثن قرآن سان جنگ شروع ڪئي آهي سو انهن جو اهڙو دجل ڪٿائين کلي نہ پوي ان ڪري انهن حديث پرستن هر دور جي قرآن دشمن دجالن کي بچائڻ لاءِ انهن تي ڍڪ رکڻ لاءِ اهڙيون حديثون ٺاهيون آهن تہ قيامت جي ويجهو چوٿين آسمان کان عيسىٰ عليہ السلام يهودين جي قبضي واري مسجد بيت المقدس جي مٿان ملائڪن تي ٽيڪ ڏئي اچي لهندو ۽ هيٺ ماڻهن کي چوندو تہ آئون عيسىٰ آهيان هاڻي ڪا ڏاڪڻ ڪڍي اچو تہ هيٺ لهان چوٿين آسمان تان مسجد جي ڇت تائين بنا ڏاڪڻ جي لٿو وري ڇت کان هيٺ زمين تي اچڻ مهل ملائڪ ڪلهو ڪڍائي ويا انڪري ڏاڪڻ ڪانسواءِ نٿو لهي سگهي سو هاڻي نڪو عيسىٰ کي دنيا ۾ ٻيهر اچڻو آهي ۽ نہ وري هتي موجود دجالن کان مسلم امت وارن کي غافل رهڻو آهي جنهن کي بہ سعودي حڪومت جي دجل کي چيڪ ڪرڻو هجي تہ اهو هنن جي ملاوٽ واري قرآن

ڪي انٽرنيٽ تي قرآن البوزي سرچ ڪري گوگل کان پڇي معلوم ڪري سگھي ٿو مون خلاف فتنہ انڪار حديث لکڻ واري محمد جمن ڪنير ڪي پنهنجو بہ نظريو کولي ٻڌائڻ گهرجي تہ مصر ڪويت سعودي ۽ لاهوري اهل حديثن جي حرفي واڌارن سان ملاوٽ وارن قرانن بابت سندس ڪهڙو خيال آهي ڇا جمن صاحب ٻڌايو تہ قرآن حڪيم سان اهل حديثن جي ايڏي هٿ چراند کان پوءِ اهي اسلام جي دائري ۾ رهي سگهن ٿا؟ سو جاٽي ڇڏيو تہ دجال بابت علم حديث ٺاهڻ وارن جون اهڙيون روايتون ٺاهڻ تہ اڳتي هلي امام مهدي بہ پيدا ٿيندو ۽ دجال بہ پيدا ٿيندو جنهن دجال کي امام مهدي تہ ماري ڪونہ سگهندو البت ان کي مارڻ لاءِ آسمان تان عيسىٰ لهندو اهڙيون سڀ حديثون انهن حديث سازن جو پنهنجي دجل لڪائڻ جو هنر آهي فريب آهي ۽ قرآن جي ڏنل علم ۽ فلسفي سان نڳي آهي فراڊ آهي چو تہ حيات عيسىٰ جو قرآن پاڪ خود انڪار ڪري ٿو پڙهي ڏسندا سورت الانبياء جي آيت (21-34) ۽ (5-117). محترم محمد جمن ڪنير صاحب! امام مهدي، دجال ۽ جناب عيسىٰ جي آسمان تان ٻيهر هيٺ زمين تي لهڻ جون حديثون ٺاهي قرآن جي فلسفي سان دجل ڪرڻ جون حديثون تہ توهان جي وڏن پيشوائن ٺاهيون آهن جن کي اوهين امام سڏيندا آهيو سو اهي اوهان جا پيشوا ۽ امام تہ ٿيا صديون پراڻا قرآن سان دجل ڪرڻ وارا پر اوهان جيڪو منهنجي خلاف ۽ منهنجي ڪتابن جي رد ۾ فتنہ انڪار حديث نالي سان ڪتاب لکيو آهي جيڪو هڪ هزار صفحن کان بہ وڌيڪ صفحن تي مشتمل آهي ان ۾ مون کي مخاطب تي الائي ڪيترا ڀيرا توهان بہ دجل ڪندي لکيو آهي تہ اوهان قرآن جي





سمجھڻ لاءِ لغت جي علم تي ويساهہ ڪيو ٿا ۽ ماڻهن کي ان وات جو ڏس ڏيو ٿا سو جمن صاحب منهنجا تقريبا سڀ ڪتاب توهان وٽ موجود آهن ڪنهن هڪ بہ ڪتاب ۾ منهنجي لکيل اهڙي سفارش ثابت ڪري ڏيکاريو تہ خبر پوي جيڪڏهن منهنجي فهم قرآن لاءِ اوهان اهڙي ڳالهہ پيش نہ ڪئي تہ آئون آيت قرآن لعنت الله على الكاذبين پڙهندو رهندس چوتہ مون جتي بہ ڪا تعليم قرآن بابت ڪا وات ڏسي آهي تہ اها مون تصريف آيات قرآن جي حوالي سان ئي لکي آهي سو ڇا اوهان جو منهنجي باري ۾ يا مون کي مخاطب تي ائين لکڻ اهو اوهان جو ڪوڙ ناهي ۽ اهو اوهان جو دجل ناهي؟ فراڊ ناهي؟ جڏهن تہ آئون اڃا مئو بہ ڪونہ آهيان مونتي اوهان منهنجي جيئري ڪوڙ پيا لکو سو صاف ثابت ٿئي ٿو تہ دجال بابت اوهان جي وڏن جون ٺاهيل حديثون اهي خود اوهان جي پنهنجي دجل کي لڪائڻ لاءِ ٺاهيل آهن، يعني قرآن خلاف ۽ جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جي ختم نبوت خلاف هر دور ۾ اڄ تائين دجال پيدا ٿيندا رهيا آهن ۽ اڄ بہ سموري امت وارن جو سواءِ اهل حديث سڏائيندڙن جي هي ايمان آهي تہ جناب خاتم الانبياء قرآن حڪيم مٿان مڪمل طرح سان ايمان آڻيندڙ ۽ عمل ڪندڙ هئا پوءِ اهي ڪيئن الله جي حڪم فَتَعَالَى اللَّهُ الْمَلِكُ الْحَقُّ وَلَا تَعْجَلْ بِالْقُرْآنِ مِن قَبْلِ أَن يُقْضَىٰ إِلَيْكَ وَحْيُهُ وَقُل رَّبِّ زِدْنِي عِلْمًا (114-20) يعني قرآن جي مقابلي ۾ پنهنجي حديث ٻڌائڻ ۾ تڪڙ نہ ڪر! سو ان منع کان پوءِ ڪيئن غير قرآني فيصلا ۽ فتواؤن پنهنجي طرفان حديث جي شڪل ۾ ڏئي سگهندا. جناب خاتم الانبياءِ سلام عليہ ڪيئن الله جي وارننگ مٿل حڪم وَلَوْ تَقَوَّلَ عَلَيْنَا بَعْضَ الْأَقَاوِيلِ. لَأَخَذْنَا مِنْهُ بِالْيَمِينِ. ثُمَّ لَقَطَعْنَا مِنْهُ الْوَتِينَ (45-44-69) يعني

هي نبي سلام عليہ جيڪڏهن اسان جي ديني معاملي ۾ ڪو
بہ گفتو پنهنجي طرفان ملائيندو تہ اسان طاقت سان هن ڪي
جهلي ان جي ساهہ واري رڳ ٺي ڪاٽي ڇڏيونس جمن ٻڌاءِ تہ
هيترين سخت بندشن ڪان پوءِ بہ جناب رسول عليہ السلام
پنهنجي طرفان ڪا بہ هڪڙي حديث جاري ڪري سگهن ٿا؟ چا
تون جناب رسول عليہ السلام جن ڪي الله جو فرمانبردار
تسليم نٿو ڪرين؟ جو پنهنجي ڪتاب فتنہ انڪار حديث ۾
بار بار مون مٿان اصحاب رسول جي نافرمانيءَ جو بہ الزام
ڏيندو رهيو آهين تہ اهي جناب رسول ڪان حديث ٻڌڻ ۾ پهريان
راوي آهن سو حديث رسول ڪي نہ مڃڻ سان جناب رسول ۽ ان
جي راوي اصحابن جو بہ مٿهو انڪاري ٿي ويندو، جمن
صاحب! ٻڌي ڇڏيو تہ اوهان جي حديث ساز اسلاف ڪوڙين
حديثن ناهڻ مهل جناب رسول ڪريم جي اصحابن جا نالا بہ
هٿرادو ۽ ڪوڙا لکيا آهن هن دليل سان تہ رب پاڪ قرآن ۾
فرمايو يَا أَيُّهَا الَّذِينَ آمَنُوا لَا يَسْخَرْ قَوْمٌ مِّن قَوْمٍ عَسَىٰ أَن يَكُونُوا خَيْرًا مِّنْهُمْ وَلَا نِسَاءٌ
مِّن نِّسَاءٍ عَسَىٰ أَن يَكُنَّ خَيْرًا مِّنْهُنَّ وَلَا تَلْمِزُوا أَنفُسَكُمْ وَلَا تَنَابَزُوا بِالْأَلْقَابِ بِئْسَ الِاسْمُ
الْفُسُوقُ بَعْدَ الْإِيمَانِ وَمَن لَّمْ يَتُبْ فَأُولَٰئِكَ هُمُ الظَّالِمُونَ (11-49) آهي تہ ايمان
آڻڻ ڪانپوءِ برين معنائن وارا نالا ۽ لقب نہ رکو جيڪو هن
حڪم تي عمل نہ ڪندو تہ اهو ظالمن منجهان هوندو سو
يقين سان جناب رسول ڪريم جن هن حڪم قرآن مٿان عمل
ڪندي برين معنائن وارا نالا مٽايا هوندا سو اوهان پنهنجي
ڪوڙين حديثن ۾ استعمال ڪيل غلط ۽ تبرائي معناؤن
جاچي ڏسو. ابوبڪر معنى ڪنواريءَ جو پيءُ عمر جي لقب
فاروق جون بہ معنائون هڪ فرق ڪندڙ بي ڊيجو ۽ بزدل (56-
9) عثمان معنى ناتگ جو بچو علي تہ ٿيو پلي معنى سان





نصيرين جي مذهب مطابق الله جو نالي پائي (يعني خود الله).
معاويہ جي معنى ٻونڪندڙ عباس جي معنى بچڙو پوٽ خديجہ
جي معنى ڏاچيءَ جو ڪريل ڪچو ڦر عائشہ جي معنى مبالغي
جي صيغي مطابق عياشي ڪندڙ (المنجد) فاطمہ جي معنى
ڪاٽيندڙ ۽ جدا ڪندڙ، اصول ڪافي مطابق علم ڪي
ڪاٽيندڙ، رقيہ جي معنى ڦيٽو ۽ دم ڪرڻ تو وارا تبرائي
امام تہ ٿيا اتحاد ثلاثہ وارن جا هم مذهب سو خد واسطي
اوهان تہ مجوسي نہ بڻجو. جمن پائي شال الله ڪنهن جي مت
نہ ماري توڪي مون مٿان اهڙا الزام هڻڻ مهل ايترو بہ عقل
ڪونہ آيو تہ انهيءَ ڏوهہ جا ڏوهاري تہ توهان پاڻ پيا ٿيو جو
جڏهن جناب رسول عليہ السلام مٿان پنهنجي طرفان حديثون
ٻڌائڻ جي الله جي طرفان بندش بہ آهي ۽ يقين سان جناب
رسول ڪريم جن بہ الله جي حڪم جي اطاعت ڪندي ڪابہ
حديث پنهنجي طرفان جاري نہ ڪئي آهي تہ پوءِ چا جو فتنہ
انڪار حديث ۽ چا جو اصحاب رسول جي عظمت جو انڪار،
تنهنجي اکين ۾ ايترو بہ پاڻي ڪونهي جو جناب رسول
ڪريم جن مٿان حديثن بيان ڪرڻ جي خدائي بندش ڪان پوءِ بہ
تون الله جي حڪم جو تہ انڪاري ٿئين پر ٻين ڪي بہ جناب
رسول جي حديثن جو انڪاري پيو سڏين ۽ ڪوڙن مٿان ڪوڙ
بار بار حديث رسول، حديث رسول، جي ورد ڪي پيو دهرائين
جمن صاحب منهنجو هن ڳالهہ تي ايمان آهي تہ الله جي حڪم
۽ قرآن جي حڪم تہ جناب آقاءِ دوجهان خاتم الانبياء عليہ
السلام جن رب تعالى طرفان مٿس پنهنجيون حديثون مٿهن
ڪي ٻڌائڻ ڪان ان منع نامي (114-20) (45-69) مٿان مڪمل عمل
ڪيو آهي سڀن مؤمنن ۽ جناب رسول ڪريم جن لاءِ قرآن تو

فرمائي تہ اتَّبِعُواْ مَا أُنزِلَ إِلَيْكُم مِّن رَّبِّكُمْ وَلاَ تَتَّبِعُواْ مِن دُونِهِ أَوْلِيَاء قَلِيلاً مَّا تَذَكَّرُونَ (3-7) يعني تابعداري ڪيو ان علم جي جيڪو اوهان جي طرف نازل ڪيو ويو آهي ۽ نہ تابعداري ڪيو ان ڪان سواءِ ڪنهن ڪي بہ دوست ۽ ولي سمجهي (پر) ٿورا ماڻهو (هن حڪم ڪي) سمجهي سگهندا سو هن آيت ۾ تہ غير قرآني حديثن مٿان عمل ڪرڻ جي بہ بندش وڌل آهي جمن صاحب الله عزوجل جي طرفان جناب رسول عليہ السلام جن جي مٿان پنهنجي طرفان حديثون بيان ڪرڻ جي مڪمل بندش جي حڪمن (45-44-69) (18-17-16-75) ڪان پوءِ بہ اوهان خلاف حڪم قرآن غير قرآني ۽ خلاف قرآن من گهڙت حديثن جي پچر نٿا ڇڏيو، آئون توهان جي حديثن ڪي من گهڙت حديثون هن ڪري چوان ٿو جو پڪ سان جناب خاتم الانبياء عليہ السلام جن الله جي حڪم يعني پنهنجي طرفان حديثون نہ بيان ڪرڻ تي مڪمل عمل ڪيو آهي ۽ جناب رسول عليہ السلام جن قرآن تي عمل ڪندي ڪابہ حديث ڪانہ جاري ڪئي آهي پوءِ اوهان ڪهڙي منهن سان رسول ڪريم جن مٿان پنهنجي طرفان حديثن جاري ڪرڻ وارن الزامن جي مار ماران لايو بيٺا آهيو جيڪڏهن اوهان الله جي قرآن جي احسن الحديث (23-39) نهايت سهڻين حديثن ڪي ناڪافي قرار ڏيو ٿا جيڪو وحي متلو بہ آهي تہ پوءِ ڇا اوهان جناب رسول جي شان خلاف ناموس رسالت خلاف جيڪي حديثن مٿان حديثون پيا آڻيو اهو تہ ڄڻ اوهان جناب خاتم الانبياء عليہ السلام مٿان الزام پيا هڻو تہ ان الله جو بندش وارو حڪم ڪونہ مڃو آهي ۽ ڄڻ تہ هي بہ الزام پيا هڻو تہ جناب رسول ڪريم جن الله جا فرمانبردار ڪونہ آهن (نعوذبالله) ان طرح سان توهان ناموس





رسول جا منڪر ٿيڻ سان گڏوگڏ ناموس قرآن جا بہ منڪر ٿئيو ۽ ڌارين عورتن طرف نبي سائين جن ڪي هٿ ڊگهيرڻ واريون حديثون ٺاهڻ سان تہ اوهان جا سڀ اهڙيون حديثون ٺاهيندڙ امام بہ گستاخ رسول ٿيا ۽ شاتم رسول بہ ٿيا، جمن صاحب ڇا توهان پاڻ پنهنجي ڪتاب ۾ صفحي نمبر 227 تي هيءَ اذڙ حديث آندي آهي تہ لتاخذوا مناسككم فاني لا ادري لعلي لا احج بعد حجتي هٰذه. يعني مون ڪان پنهنجي حج جا عمل سکي وٺو پوءِ آئون نٿو ڄاڻان شايد آئون پنهنجي هن حج ڪان پوءِ ڪو حج ڪري سگهان. جمن صاحب هن حديث لاءِ اوهان مسلم ابوداؤد، نسائي، ابن ماجہ، مسند احمد وغيره جا بہ حوالا ڏنا آهن، تہ ڇا پوءِ اوهان پاڻ ۽ پنهنجي مٿي ڄاڻايل امامن سميت ڄڻ تہ اهو عقيدو رکو ٿا تہ جناب رسول ڪريم جن الله جي ڪتاب قرآن ڪي حج جي مسئلن جي معاملي ۾ ناڪافي، ناقص ۽ ڪٺل تصور پيا ڪن جنهن جي ڪري فرمايائون تہ وارو ڪيو مون ڪان پڇي وٺو ڄڻ تہ دنيا ۾ قرآن ڪي موجود ئي قبول نٿو ڪيو وڃي!!! جناب رسول ڪريم جن مٿان ايڏو ڪوڙ ايڏو الزام!!! ڪجھ تہ شرم ڪيو.

جمن صاحب مونڪان پنهنجي ڪتاب ۾ سوال ڪيو آهي تہ تو جناب ابراهيم عليہ السلام طرف حج جي لاءِ نوٽيفڪيشن جاري ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي آهي سو ٻڌاءِ تہ قرآن منجهان ڪهڙي عربي لفظ جي معنىٰ تو نوٽيفڪيشن ڪئي آهي. مون ٻڌو آهي تہ محمد جمن ڪنير پروفيسر بہ آهي خبر ناهي تہ اها ڳالهہ سچي آهي يا ڪوڙي پر هو پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 232 تي لکي ٿو تہ اسان ابوجهہ ماڻهو آهيون بهرحال جيڪي بہ هجي جواب عرض آهي تہ انگريزي لفظ

نوٽيفڪيشن اهو هڪ قسم جو سرڪاري حڪومتي فيصلي جو ليٽر هوندو آهي جنهن جي حيثيت قانوني درجي جي هوندي آهي ڪورٽن ۾ ان جي حوالي سان بہ ڪيئي معاملا بحث هيٺ دليل طور وڪيل ماڻهو پيش ڪري سگهندا آهن محمد جمن کي رب پاڪ هدايت ڏئي هو جناب ابراهيم عليہ السلام جن لاءِ پنهنجي ڪتاب جي صفحي نمبر 233 تي لکي ٿو تہ الله ان کي فرمايو تہ ماڻهن ۾ حج جو پڙهو ڏي، جمن صاحب توهان ابن ڪثير جي حوالي سان ڪوڙي روايت لکي پوءِ اهو جملو لکيو آهي جڏهن تہ قرآن حڪيم ۾ وَأَذِّن فِي النَّاسِ بِالْحَجِّ (22-27) جي حڪم سان لفظ اذن جي معنىٰ تو وارو پڙهو غلط آهي پڙهو هر قسم جا عام خاص ماڻهو بہ ڏيندا آهن. تنهنجي يا سين اهل حديثن جي قرآن سان تہ دلچسپي اسان کي معلوم آهي آئون هاڻي عرض ڪري آيس تہ نوٽيفڪيشن بالادست اٿارٽي حڪومتي ادارا جاري ڪندا آهن جنهن جي عبارت ۽ متن جي وردنگ قانون جي حوالن لاءِ بہ ڪورٽن ۾ ڪم اچي سگهندي آهي سو سمجهي ڇڏيو تہ وَأَذَانٌ مِّنَ اللَّهِ وَرَسُولِهِ إِلَى النَّاسِ يَوْمَ الْحَجِّ الْأَكْبَرِ أَنَّ اللَّهَ بَرِيءٌ مِّنَ الْمُشْرِكِينَ وَرَسُولُهُ (9-3) يعني حج اڪبر جي ڏهاڙي (عدالت عظمىٰ طرفان) هي آرڊر جاري ڪيو وڃي ٿو. هن آيت ۾ الله ۽ رسول جا لفظ بہ آهن تہ ان جي معنىٰ هر دؤر ۽ وقت جي حڪومت طرفان بہ ڪري سگهبي، وڏيڪ آيت (5-110) جي هنن جملن مٿان غور ڪندا تہ وَإِذْ تَخْلُقُ مِنَ الطِّينِ كَهَيْئَةِ الطَّيْرِ بِإِذْنِي فَتَنفُخُ فِيهَا فَتَكُونُ طَيْرًا بِإِذْنِي وَتُبْرِئُ الْأَكْمَهَ وَالْأَبْرَصَ بِإِذْنِي (5-110) هاڻ هتي هڪ آيت ڪريمہ ۾ چار ڀيرا اذن جو لفظ استعمال ٿيو آهي اتي چارئي ڀيرا معنىٰ ساڳي يعني قانون ٿيندي جمن ياؤ توهان اهل حديثن قرآن کي ختمن ۽ ايصال





ثواب طور جيئرن ماڻهن بدران مئلن لاءِ موڪليل ڪتاب قرار ڏئي ڇڏيو آهي، توهان جناب خاتم الانبياء عليہ السلام کي الله جي فرمان إِنَّا أَنزَلْنَا إِلَيْكَ الْكِتَابَ بِالْحَقِّ لِتَحْكُمَ بَيْنَ النَّاسِ (4-105) جي معنىٰ تہ اي محمد عليڪ السلام اسان تنهنجي طرف حق وارو ڪتاب نازل ڪيو آهي هن لاءِ تہ تون ان کي حڪمرانيءَ جو منشور سمجهي ان جي روشنيءَ ۾ ماڻهن جي وچ ۾ حڪومت هلاءِ اها معنىٰ توهان ڪڏهن بہ پنهنجي ترجمن ۾ ڪونہ لکندا ۽ مڃيندا سو جيڪڏهن منهنجو اهو ترجمو غلط آهي تہ انهي سنڌي ترجمي لاءِ اوهان ڪابہ عربي عبارت آڻي ڏيکاريو. هي ڳالهہ هميشہ لاءِ سمجهي ۽ ياد رکي ڇڏيندا تہ پڙهي ڏيڻ لاءِ قرآن عربيءَ ۾ "ندا" ۽ "منادي" جو لفظ آهي اذن جي معنىٰ پڙهو ناهي لفظ اذن ۾ قانون جو تصور شامل آهي باقي ندا مڙئي سڏ آهي، جنهن ۾ قانون جون باريڪيون ۽ جزئيون ڪونہ بہ هونديون آهن. توهان جي اسلاف جنهن نماز کي جيڪا جناب رسول عليہ السلام جن کان اندازاً ساڍا ٽي سو سال اڳي باه جي اڳيان پڙهڻ لاءِ امام بخاري ۽ فارس جي ٻين امامن جي اسلاف ايجاد ڪئي هئي ان نماز کي اسلامائيز ڪرڻ لاءِ ان سان گڏ بانگ ملائي ڇڏي جنهن کي اوهان اذان سڏيو ٿا ۽ ان نماز کي قرآن جي اهم اصطلاح اقامة الصلوه جي ترجمي ۾ اوهان مشهور ڪيو آهي جيڪا اوهان خيانت ڪئي آهي سو صلوة جو لفظ قرآن ۾ نوانوي ڀيرا استعمال ٿيو آهي جن منجهان هڪ جاءِ تي بہ صلوة سان گڏ اذان جو لفظ رب تعالىٰ استعمال نہ فرمايو آهي. محترم جمن صاحب الله شال اوهان کي هدايت ڏئي ٻين کي خبر هجي يا نہ هجي پر توکي تہ پڪ سان معلوم هوندو تہ امام بخاري ۽ امام

زهري علم حديث لکڻ مهل ۽ حديثون ناهڻ مهل بہ مجوسي مذهب مطابق باھ جي پوڄا ڪرڻ کي جائز سمجهندا هوا حوالي لاءِ وجي پڙهندا بخاري جي اندر ڪتاب الصلوه ۾ باب من صلى وقدامه تنور اونار اوشیء مما يعبد فاراد به وجه الله عزوجل وقال الزهری اخبرنی انس بن مالك قال قال النبی علیه السلام عرضت علی النار وانا اصلی. هن حديث ۾ تو واري آئيڊيل امام بخاريءَ باھ جي پوڄاڪرڻ کي الله جي رضا مندي لاءِ جائز بنايو آهي ۽ امام زهريءَ وري ڏاڍي هٽي ڏھ توڏي هٽي تيرنهن وانگر نعوذبالله جناب رسول عليہ السلام کي ئي باھ جي پوڄاڪندي ڏيکاريو آهي. جمن صاحب! توهان جهڙا حديثن جا عالم هن حديث جي ترجمي مهل جيڪو ماڻهن کي بيوقوف بنائيندا آهن تہ نبي سائين کي نماز دوران جهنم جي باھ ڏيکاري وئي هئي اهو تہ زهريءَ جي ڪوڙ کان بہ وڌو ڪوڙ آهي هڪ تہ توهان جي حديثن مطابق جيڪڏهن جهنم جي باھ دنيا ۾ اچي تہ سڄي دنيا سڙي وڃي مطلب اها باھ دنيا ۾ اچي نٿي سگهي بيو تہ نار (باھ) جو لفظ قرآن ۾ سوا سؤ ٻيرن کان وڌيڪ استعمال ٿيو آهي انهن منجهان ڏہ ٻيرا لفظ نار سان جهنم جو لفظ استعمال ٿيو آهي يعني بقايا استعمال منجهان جهنم جي باھ مراد ناهي سو جيڪڏهن حديث ۾ اوهان جي ترجمي مطابق نماز ۾ سامهون آندل باھ دوزخ واري هجي ها تہ ان سان گڏ قرآني اصطلاحُ ۽ ٻوليءَ مطابق نار جهنم جو مرڪب جملو ضرور استعمال ٿيل هجي ها. سو اوهان معناؤن ڪندي ماڻهن کي بيوقوف ڇوڙا بنايو؟



# حج جا احڪام قرآن جي روشنيءَ ۾

## حج

حج قرآن حڪيم جي سمجهايل نظام حڪومت جي اصطلاحن منجهان هڪ اهم اصطلاح آهي جيڪا حڪومت جي عدالتي ڪاتي لا ڊپارٽمينٽ لاءِ جوڙي وئي آهي هونئن حج لفظ جي پهريين حرف "حا" جي پيش سان معني آهي دليل، ثبوت ۽ زبر سان معني آهي جهيڙو جهڳڙو. ارادو ڪرڻ، شرڪت لاءِ يا ميڙاڪي ۾ وڃي شريڪ ٿيڻ.

۽ "حا" جي زير سان حج جي معنیٰ آهي سال (27-28) اهي معنائون سورت بقره جي حج وارين آيتن 189 کان وٺي 210 نمبر آيتن تائين منجهان ملن ٿيون ۽ سورت الحج جي آيت نمبر 26 کان 38 تائين معمولي غور ڪرڻ سان اهي معنائون سمجهہ ۾ اچي وڃن ٿيون.

ننڍي ڪورٽ کان سپريم ڪورٽ تائين عدالتن کي قرآن حڪيم حج ڪري سڏيو آهي ان لاءِ پڙهي ڏسندا سورت بقره جي آيت 189 ۽ بين الاقوامي عدالت يعني اقوام متحده جي ڪورٽ کي قرآن پاڪ حج اڪبر سڏيو آهي ان لاءِ پڙهي ڏسندا سورت توبہ جي آيت نمبر (3) بيت الله واري بين الاقوامي ڪورٽ (جيڪا هاڻي فري ميسن جي دانشور ممبرن جي تجويز تي نيويارڪ شهر ۾ قائم ڪيل ٿيل آهي ۽ بنوعباس جي دور کان وٺي شهر مڪي ۾ قرآن وارو حج معطل ٿيل آهي) جنهن کي رب پاڪ سورت بقره جي آيت نمبر 125 ۾ ماڻهن جي داد رسيءَ لاءِ امن مرڪز ۽ امن ڏيڻ وارو هند (67-29) ۽ اتي وري وري موٽي اچڻ جي جاءِ ۽ ماڳ

سڏيو آهي پوءِ ان معنیٰ سان ننڍن ننڍن شهرن جي ڪورٽن ڪي حج جي نالي سان سڏڻ ان معنیٰ جو ثبوت بہ سورت بقره جي آيت نمبر 189 ۾ موجود آهي جنهن ۾ رب پاڪ چنڊ جي سائيزن جي ننڍي وڏي ٿيڻ واري قمري جنتري سان ڪورٽن جي تاريخن ڏيڻ ۽ عام قسم جي ٻين معاملن جي تاريخن مقرر ڪرڻ جو ذڪر فرمايو آهي.

## عمره

جيڪڏهن ۾ ڪنهن بہ سرڪاري ڪاتي جي طرفان بين الاقوامي ترقياتي ۽ انتظامي اسڪيمن ڪي پاس ڪرڻ لاءِ وڃڻو هجي تہ انکي عمرو سڏيو ويو آهي عمري جو ذڪر قرآن حڪيم جي ٻن آيتن ۾ ٿي پيرا آيو آهي (2-158) ۽ (2-198)

## حج ۽ عمرو صرف مسلمانن لاءِ نـاهي بلڪ جملي انسانن لاءِ آهي

هاڻ جيڪو اوهان پڙهي آيا تہ حج اڪبر بين الاقوامي عدالت جو نالو آهي (9-3) ۽ عام حج ملڪ جي داخلي هر ننڍي وڏي ڪورٽ جو نالو حج آهي (2-189) هي ڳالهہ ذهن تي رهي تہ اسلام دشمن سازشي عناصرن قرآن ۽ انجي عطا ڪيل سياسي حڪمرانيءَ جي مقصد، تصور ۽ اصطلاحن جون معنائون علم روايات جي آڙ ۾ بدلائي ۽ ميٽي ڇڏيون آهن سوانهن مافيائي طاقتن حج ۽ عمري جي اهڙي معنیٰ ۽ مفهوم ڪي بہ وڏي فنڪاري سان مسخ ڪري ڇڏيو آهي.

سوجهڙي طرح ملڪ جي داخلي ۽ اندروني ڪورٽن ۽ عدالتن ڪي بہ قرآن حڪيم حج سڏيو آهي (2-189) ۽ انهن ڪورٽن ۾ مسلم خواه غير مسلم سڀن جا فرياد ۽ ڪيس





قبول ڪري، داخل ڪري انهن جا فيصلا ڪيا ويندا آهن، تہ اهڙي طرح، مسجد الحرام يعني ڪعبة الله ڪي بہ رب پاڪ ڪعبي جي تعمير ۽ اڏاوت کان وٺي ڪنهن خاص فرقي ۽ مذهب وارن جو مرڪز ڪونہ سڏيو آهي (67-29) (125-2) (2-125) (3-9) (3-97) (96-3) (27-22) سو ان مرڪز جو مهندار جناب خاتم الانبياء محمد رسول الله عليہ السلام بہ پنهنجي ڏاڏي ابراهيم عليہ السلام وانگر جملي انسان ذات لاءِ نبي ۽ رسول ڪري موڪليل هئا (158-7).

## قرآن جو سمجهايل بين الاقوامي عدالت وارو حج صرف ان ماڳ تي ٿي سگهندو جتان جي فيصلن ڪرڻ وارو حاڪم بين الاقوامي اختيارن جو مالڪ هوندو.

شروع شروع ۾ اهو مقام- اهو منصب جناب ابراهيم عليہ السلام کي حاصل هئو (124-2) ان ڪري دنيا ۾ بين الاقوامي عدالت جي شروعات بہ رب تعالیٰ اهڙي هستيءَ کان ڪرائي (27-22) جناب ابراهيم عليہ السلام جي وفات کانپوءِ بين الاقوامي حاڪميت جي مسند خالي ٿي وئي تہ حج واري بين الاقوامي عدالت بہ ختم ٿي وئي پوءِ تقريباً ۽ اندازاً اڍائي هزار سالن کان پوءِ رب تعالیٰ جناب محمد الرسول الله عليہ السلام کي الله سندس ڏاڏي ابراهيم وارو عهدو ۽ منصب يعني جملي انسان ذات لاءِ موڪليل نبي ۽ رسول بنائي موڪليو. (158-7) پوءِ حج جي بين الاقوامي عدالت واري رينج مطابق اها ڪورٽ جناب نبي سائين جن جي رحلت کان پوءِ سندن جاءِ نشين خليفن ۾ 133 هجري سال تائين هلي پوءِ جڏهن عباسي خليفن جو دور شروع ٿيو تہ حج جو قرآن وارو

بين الاقوامي عدالت ته ڇا پر ڪنهن لوڪل ۽ مقامي ڪورٽ وارو ئي تصور ڪونه رهيو بلڪ حج اُلٽو غير عقلي ۽ غير قرآني رسمن جي هڪ زيارت گاهه ۽ تيرٿ ياترا بڻجي ويو. حج جي موقعي تي خاص جيڪي لبيڪ نالي وارا ڪجهه جملا مشهور ڪيل آهن انهن جو به قرآن سان ڪوئي تعلق ڪونهي ان مادي واري لفظ جو قرآن ۾ لفظ الباب ضرور استعمال ٿيو آهي، اهو جَمع جو صيغو آهي انهيءَ جو مفرد 'لُبُّ' آهي جنهن جي معنىٰ آهي "عقل ۽ هوش" پر حج جي موقعي تي جيڪي الفاظ لبيڪ اللهم لبيڪ وغيره پڙهيا وڃن ٿا هڪ ته اهي غير قرآني آهن جن جي معنىٰ ٻڌائي وڃي ٿي ته "اي الله آئون تو وٽ حاضر ٿيو آهيان" جيڪڏهن لبيڪ وارن جملن جي اها معنىٰ صحيح آهي ته پوءِ اهڙو تصور چڻ ته الله جي وڏي توهين آهي ڇو ته حج تي آيل حاجي ڦني خان صاحب هاڻي اچي الله وٽ پنهنجي حاضري ڄاڻائي ٿو ته اهو اڳ ۾ ڪهڙو الله جي عدالت عاليه جي رڪارڊ ۾ روپوش ۽ غير حاضر هئو يا اڳ ۾ هي حاجي صاحب جڏهن حج تي اچڻ کان پهريائين پاڻ کي الله کان پري سمجهندڙ چڻ ته الله کي حاضر ناظر تسليم ئي ڪونه ڪندڙ هئو، الله رڳو مڪي منىٰ عرفات ۾ رهندڙ آهي ڇا؟ جو اتي وڃي هي لبيڪ نالي پنهنجي حاضري نوٽ ٿو ڪرائي جڏهن ته قرآني عربيءَ مطابق لبيڪ جي معنىٰ حاضري جڙي ئي ڪانه ٿي مطلب ته لبيڪ جي ان مشهور ڪيل معنىٰ سان لبيڪ چوڻ وارو حاجي صاحب جڏهن واپس وطن موٽندو ته هو اڻ سڌي طرح چڻ الله کان پاڻ کي پري ۽ الله کي پنهنجي ملڪ جي ڳوٺ يا شهر ۾ غير حاضر تصور





ڪندو، پوءِ اهڙي سوچ وارو ماڻهو الله جو دل ۾ ڪهڙو خوف رکندو؟ سو هي حديثن وارو حج ته ماڻهن کي الله کان پري رهڻ جي سوچ پيو ڏئي "منهنجي هن توجيهه جو ثبوت ۽ دليل هي آهي ته پوءِ هنن حديثون ٺاهيندڙن لبيڪ اللهم لبيڪ وارا جملا صرف ۽ صرف حج جي موقعي سان ڇو مخصوص مشهور ڪيا آهن.

## سال ۾ حج جو ڪل مدو ٽن مهينن ۾ ان کان به وڌيڪ آهي (197-2)

دنيا جهان جي الجهيل معاملن جهيڙن جهڳڙن کي نمٽائڻ لاءِ رب تعالىٰ هر سال جا ڪجهه مهنا جيڪي گهٽ ۾ گهٽ ٽي هجن ۽ وڌيڪ به ڪيسن جي زياده هجڻ سبب اوترا ڏينهن يا مهينا وڌائي سگهجن ٿا، انهن جو تعين حاڪم اعلىٰ انٽرنيشنل حڪمران پاڻ ڪندو پوءِ اهي ڪهڙا به مهينا هجن ۽ اهي مقرر ڪيل سڀ مهينا ذوالحج ڪوٺي سگهبا علم حديث ٺاهڻ وارن هڪڙي مهيني تي ذوالحج جو نالو رکي دنيا وارن کي قرآن جي فلسفي کان بي خبر رکڻ جي سازش ڪئي آهي.

## حج جي فيصلن کي ڪامياب بنائڻ لاءِ ضروري هدايتون

الْحَجُّ أَشْهُرٌ مَّعْلُومَاتٌ فَمَن فَرَضَ فِيهِنَّ الْحَجَّ فَلَا رَفَثَ وَلَا فُسُوقَ وَلَا جِدَالَ فِي الْحَجِّ وَمَا تَفْعَلُوا مِنْ خَيْرٍ يَعْلَمْهُ اللَّهُ وَتَزَوَّدُوا فَإِنَّ خَيْرَ الزَّادِ التَّقْوَىٰ وَاتَّقُونِ يَا أُولِي الْأَلْبَابِ (197-2) هن آيت ڪريمه ۾ ٻڌايو ويو آهي ته حج جا مهينا معلوم آهن سو معلوم منجهان مراد آهي ته حج جي بين الاقوامي عدالت جو انتظامي شعبو ٽن گڏ ٿيل فريادن ۽

ڪيسن جي روشنيءَ ۾ ڪي ٻه مهينا ۽ تاريخون هر سال مقرر ڪري انهن جو نوٽيفڪيشن جاري ڪندو. هاڻي انهيءَ حج جي سيشن دوران قرآن فرمائي ٿو ته عدالت جو تقدس بحال رکڻ لاءِ فحاشي بدڪاري ۽ جهڳڙا نه ڪجو اهي سڀ ڪرتوت عدالت جي خودمختياري ۽ آزاديءَ تي اثر وجهندا. ماضي قريب جي تاريخ جو مطالعو ڪرڻ وارن کي معلوم هوندو ته جڏهن نيويارڪ ۾ نئين نئين بين الاقوامي عدالت اقوام متحده قائم ٿي هئي ته يهودين جي ليڊر گولڊ اميئر اسرائيلي رياست جي قيام ۾ ان کي تسليم ڪرائڻ لاءِ دنيا جي ممبر ملڪن جي نمائندن وٽ انهن جي رهائش گاهن تي رات جو يهودين جي سهڻين سهڻين ڇوڪرين کي بريفنگ ڪنويسنگ لاءِ ايندڙ اجلاس ۾ انهن کان اسرائيلي رياست جي حمايت ۾ ووٽ وٺڻ لاءِ موڪليندي هئي ۽ اها گولڊ اميئر ڪجهه عرصي کان پوءِ اسرائيل جي وزيراعظم به ٿي هئي بهرحال قرآن حڪيم هن آيت ڪريمه ۾ حج واري عدالت عاليه جو ماحول پاڪ صاف رکڻ لاءِ خاص هدايت ابراهيم عليه السلام ۽ ان جي پٽ اسماعيل عليه السلام کي به ڪئي ته طَهِّرَا بَيْتِيَ لِلطَّائِفِينَ وَالْعَاكِفِينَ وَالرُّكَّعِ السُّجُودِ (2-125) يعني منهنجي هن عدالت عاليه جو ماحول پاڪ صاف رکو ۽ وري آيت (2-197) ۾ ابراهيم عليه السلام کانپوءِ وارن کي ڪجهه تفصيل سان حڪم ڏنو ته حج سيشن جي ايام ڪاريءَ ۾ خبردار ڪا به فحاشي بدڪاري ۽ جهيڙا جهڳڙا نه ڪجو.





## حج ۾ احرام نالي سان ٻه چادرون پائڻ جو پس منظر هڪ سازش آهي

امت مسلمه ۾ مساوات قائم ڪرڻ لاءِ علم حديث منجهان جوڙيل حج واري فلسفي ۾ حج جي ڏينهن ۾ هفتو ڏهه ڏينهن به عدد اڻ سبيل چادرون پائڻ کي احرام سڏي ان کي ضروري ڄاڻايو ويو آهي. پر ان رسم ۽ رواج جو قرآن حڪيم ۾ ڪو به ذڪر ڪونهي ڪو. علم حديث جا پرستار ماڻهو ٻه چادرون پائڻ سان احرام جو فلسفو هي ٻڌائيندا آهن ته مسلمانن ۾ برابري ۽ هڪجهڙائي جو تصور پيدا ٿئي ٿو مون بائيبل منجهان جڙيل مساوات قائم ڪرڻ لاءِ اهڙين حديثن واري فلسفي کي دشمن جي سازش هن ڪري سڏيو آهي جو رب تبارڪ وتعالى نه صرف مسلمانن لاءِ پر جملي انسانن لاءِ فرمايو آهي ته وَقَدَّرَ فِيهَا أَقْوَاتَهَا فِي أَرْبَعَةِ أَيَّامٍ سَوَاءً لِّلسَّائِلِينَ (41-10) يعني الله عزوجل زمين کي ٻن مرحلن ۾ ٺاهڻ کانپوءِ انجي اندر ڇئن مرحلن ۾ ماڻهن جي روزگار جا وسيلا هڪ مقرر اندازي مطابق مقدر فرمايا جيڪي ضرورتمندن ۾ برابريءَ ۽ مساوات جي حساب سان ورهائڻا آهن. هن آيت ڪريمه ۾ قرآن جو نظريو صاف صاف سامهون اچي ويو ته رزق جا وسيلا برابريءَ جي قانون سان حاجتمندن ۾ ورهائيندو ته سڀ خوشحال رهندؤ جيڪڏهن ذخيره اندوزي ۽ ڦرلٽ ڪندؤ ته مخلوق جو وڏو حصو بک مرندو قرآن جي ان معاشي مساوات جي فلسفي کان علم حديث ٺاهڻ وارن قرآن جي ذڪيل حج ۾ ڦير ڦار آڻي ان ۾ هفتو ڏهه ڏينهن سڀين حاجين کي ٻه اڻ سبيل چادرون پارائي اصل معاشي مساوات کان ذهن

ڦيرائي ڇڏيو ۽ سبيل ڪپڙن پائڻ بدران ٻه اڻ سبيل چادرن پارائي قرآن واري سمجهايل مساوات ڪان ذهن هٽائي ڇڏيو.

## حج جي ڏينهن ۾ ڏهن روزن رکڻ جو فلسفو

روزو جيڪو قرآني لفظ صوم جو غلط ترجمو آهي، پر اصل ۾ صحيح ترجمو آهي بندش ۽ روڪ بهرحال قرآن حڪيم روزي جو هڪڙو فلسفو سمجهايو آهي ڍيڄارڻ (لعلڪم تتقون) (2-183) هي روزو يا روزي جو قسم جوڊيشري ڪاتي جي ججن امينن فريادي جوابدارن ۽ وڪيلن سان تعلق رکي ٿو ان جو ثبوت آهي آيت نمبر (2-196) ڄاڻڻ گهرجي ته عدالت عظمىٰ طرفان فيصلن ٿيڻ ڪان اڳي يا پوءِ حج جي اجتماع ۾ رهائش دوران جيڪي ٻه ڏينهن فيصلن ٿيڻ ۾ لڳن اوترا ڏينهن نزول قرآن جي زماني ۾ هوٽلنگ سسٽم نه هجڻ ڪري فريادي جوابدار حج اسٽاف شاهد اوڳاه سين جي کائڻ پيئڻ جي سين ضرورتن لاءِ قرآن حڪيم پنهنجو راشن پاڻي اتي کڻي اچڻ جو حڪم فرمايو آهي (2-197) جنهن راشن جي ايٽمن ۾ گوشت جو به هڪ اهم ايٽم آهي ته گوشت جي جانورن ڪي پنهنجي وطن يا موقع محل ڪان اجتماع عدالت ۾ آڻڻ ڪي رب تعالىٰ قرآن ۾ هديي ۽ تحفي سان تعبير فرمايو آهي اهو هن لاءِ ته فيصلن ٿي وڃڻ ڪان پوءِ جڏهن وڙهيل ۽ دشمن ڌريون پاڻ ۾ پائر ۽ کير کنڊ ٿي وينديون ته هڪ ٻئي ڪي خوشيءَ ۾ دعوتون ڏينديون جنهن ۾ گوشت جي لاءِ جانور آڻيا پوندا آهن. پوءِ جيڪي ماڻهو اهو بندوبست نه ڪري سگهن ته انهن مٿان بدلي ۾ بدلي ۽ فديي طور يعني عيوضي ۾ ڏهه روزا رکڻ جو حڪم آهي. اهڙي طرح عرب قبيلن ۾





جيڪو خونن ۽ ڏاڙن ڦرن جهڙن معاملن ۾ مخالف ڌر ڪان بدلي وٺڻ لاءِ انهن جو جيڪو رواج هوندو هئو ته مون مخالف ڪان جيتري تائين بدلو نه ورتو ته آئون ايتري تائين پنهنجي منهن مٿي جي وارن جي سنوارت نه ڪرائيندس ته حج تي اچي فيصلن ڪرائڻ ڪانپوءِ فيصلن ڪي مڃڻ ۽ تسليم ڪرڻ جي نشاني ۽ علامت وار لهرائڻ هوندي هئي انهيءَ لاءِ قرآن فرمايو ته جنهن جي مٿي ۾ ڦٽ ڦرڙيون هجن ۽ هو وار نه لهرائي سگهي ته اهو به بدلي ۾ روزا رکي مطلب ته انهن ٻنهي سببن ڪري روزن رکڻ جو حڪم به هڪڙي قسم جو بدلو ۽ ڪفارو آهي. روزن لاءِ قرآن حڪيم جي اهڙي اطلاع ته روزا ڇٽي ۽ مصيبت آهن حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا سورت مائده جي آيت نمبر 95. علم حديث ۾ جيڪي به روزن لاءِ دوزخ جي معافي ۽ بهشت جو لازمي طور ملڻ ڄاڻايو ويو آهي اهڙيون سڀ ڳالهيون قرآن جي ٻڌايل روزي بابت سزا ۽ مصيبت واري تعارف (5-95) جي خلاف آهن.

## حج ۽ عمرو انفرادي ۽ شخصي مفاد لاءِ ناهي

آيت ڪريمه (2-196) ۾ جيڪو حڪم آهي ته واتموا الحج والعمرة لله يعني حج ۽ عمري ڪي مڪمل ڪيو الله لاءِ. قرآن پڙهندڙن جي خدمت ۾ هڪ ضروري اپيل آهي ته هي اصول ياد ڪيو ته جنهن به شيءِ تي الله جو لفظ اچي يعني اها الله جي آهي ته ان شيءِ ڪي سڀن انسانن جي ضرورتن ۽ مفادن لاءِ ڄاڻڻ گهرجي يعني الله جي شيءِ اها الله جي سموري مخلوق جي برابريءَ جي بنياد تي مشترڪ ۽ گڏيل آهي زمين به الله جي ماڻهو به الله جا بهرحال هي موضوع تفسير جو آهي

جيڪو پنهنجي جاءِ تي ايندو. سو آيت ڪريمہ ۾ جيڪو فرمايو ويو تہ حج ۽ عمرو الله لاءِ آهي ان جي معنیٰ آهي تہ عدالتي فيصلا سڀن فريادين لاءِ بغير فرق، مذهب، قوم ۽ قبيلي جي انصاف سان الله ڪارڻ ڪيا وڃن عمري جي ايجندا وارين ترقياتي تعميراتي اسڪيمن کي پاس ڪرڻ لاءِ بہ سڀن انسانن جي ڀلي جو برابريءَ جي حساب سان سوچي انهن کي سرانجام ڏنو وڃي مطلب تہ حج ۽ عمرو ڪو انفرادي فعل ۽ عمل ناهي هي عوامي مفادن ۽ حاجتن کي پوري ڪرڻ جون قرآني هدايت واريون ڳالهيون آهن جن جو تعلق حڪومتي بجيٽن ۽ سرڪاري انتظاميہ سان آهي.

## عدالت اقوام متحده جي ممبر شپ لاءِ قرآن فيس ڏيڻ جو حڪم ڪيو آهي

آيات ڪريمہ (3-96) ۽ (3-97) تي غور ڪبو تہ پوئين آيت ڪريمہ ۾ وَلِلَّهِ عَلَى النَّاسِ حِجُّ الْبَيْتِ مَنِ اسْتَطَاعَ إِلَيْهِ سَبِيلًا (3-97) ۾ استطاعت مطابق سفري خرچ سان گڏ ڪورٽ في بہ ان ۾ شامل آهي. هي مضمون مون تمام جلد بازيءَ ۾ لکيو آهي ورنہ هنن آيتن منجهہ سٽ سٽ ۾ ڪتاب لکڻ جيترو مواد آهي.

پڙهندڙ مهربانو! مون کي پنهنجي هن حج واري موضوع ۾ قرآني اصطلاحن ۽ محاورن لاءِ ڪتب آندل ڪناين وارن الفاظن جي وڏي ڇنڊ ڇاڻ ڪرڻي آهي ان لاءِ پريشان نہ ٿيندا جو اصل ۾ انساني معاشرن جي منڍ کان دنيا جي ڦورو سرمائيدار جاگيردار طبقي وارن، قرآن حڪيم بلڪ سڀن نبين کي علم وحي ذريعي مليل معاشي نظام جي فارمولن ۾





ذاتي ملڪيت نہ رکڻ کي هر دور ۾ رد ڪيو آهي ان ڪري استحصالي لٽيرن جي وڪائو مال دانشورن الله ۽ ان جي عطا ڪيل علم وحي ۾ ان جي لفظن ۽ معنائن ۾ وڏيون وڏيون خيانتون ڪيون آهن ۽ هي حقيقت بہ ذهن ۾ رهي تہ رب پاڪ هر دور ۾ پنهنجا نبي ۽ رسول، انهن ڦورن جاگيردارن ۽ سرمايہ دارن جي ظلمن خلاف علم وحي ذريعي عطا ڪيل منشور مقابلي لاءِ ۽ انقلاب برپا ڪرڻ خاطر موڪليا آهن ۽ قرآن ٻڌائي ٿو تہ سڀ نبي ۽ رسول پنهنجي پنهنجي زماني جي ڦورو حڪمرانن خلاف انقلاب آڻڻ ۾ ڪامياب ٿيا آهن ۽ اهي سڀ نبي ظلم جي حڪومتن کي ختم ڪري وحي ذريعي مليل منشور مطابق پنهنجي يعني پورهيتن جي حڪمراني قائم ڪرڻ ۾ سوڀارا ٿيا آهن. ٻين لفظن ۾ هن طرح ڄاتو وڃي تہ سڀ نبي پنهنجي پنهنجي دور جا آخري نبي سميت ڪامياب سياسي حڪمران ۽ بادشاهہ رهيا آهن حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا (12-101) (4-105) (21-79)، (20-15)، (45-22) ان سان گڏ رب تعالیٰ هي بہ ٻڌائي ڇڏيو تہ هر دور جي شيطان صفت مذهبي پيشوائيت (2-14) جو جهيڙو سدائين نبين جي علم وحي واري تعليم سان رهيو آهي جو هو ان ۾ پنهنجيون ملاوٽون شامل ڪري ڇڏيندا رهيا آهن پڙهي ڏسندا سورت حج جي آيت نمبر باونجاهہ.

اهي ساڳيا ڪرتب هن دور ۾ علم قرائت جي بهاني سعودي حڪومت عالمي سامراج جي حڪم تي وهابي اهل حديث سڏائيندڙ مولوين هٿان قرآن ۾ بہ حرفي ملاوٽون ڪرائي لفظي تحريف شروع ڪري چڪي آهي جو انهن جو

ملاوٽ وارو نسخو قرآن البوزي نالي سان انٽرنيٽ تي اچي
چڪو آهي هر هڪ ماڻهو اهو ملاوٽي قرآن نيٽ تي ڏسي
سگهي ٿو ۽ پاڪستان جي شهر لاهور جي وهابي اهل حديثن
به اعلان ڪيو آهي ته اسان قرائتن بهاني حرفي ملاوٽن وارا
سورنهن قرآن تيار ڪري چڪا آهيون جيڪي ڇپرائڻ لاءِ
سعودي حڪومت کي ڏينداسون حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا ماهوار
رسالي رشد لاهور جو جلد نمبر 20 شمارو 4 جمادي الآخر 1430
هجري جون 2009ع صفحو نمبر 678، اجا وڌيڪ هي حقيقت به
ذهن ۾ رهي ته وڪائو مال دانشورن قرآن جي تعليم لاءِ
سياسي رهنمائي وارين اصطلاحن جبال، مسجد، حج، صلوٰة،
زڪوٰة، صبر، شڪر، طير قتل، ذبح، جنت، جهنم، ڪيترن ئي
ٻين لفظن جون به معنائون ئي مٽائي ڇڏيون آهن. مثال لاءِ
آئون هت صرف هڪڙي لفظ صبر جي معنيٰ سان ڪيل جٽ
بابت عرض ڪندس وڌيڪ ٻين اصطلاحي لفظن جي معنوي
تحريف جي تحقيق هرڪو شخص قرآن سمجهڻ لاءِ محنت پاڻ
وجي ڪري صبر جي معنيٰ، ثابت قدمي سان وڙهڻ کي
سورت بقره جي آيت نمبر (153) ۾ صبر سڏيو ويو آهي ۽
سورت نحل جي آيت نمبر 110 ۾ جهاد جو طريقو ۽ تفسير
لفظ صبر سان ڪيو ويو آهي جوڊوڪراٽي جي مقابلن کي
قرآن حڪيم صبر جي معنيٰ ۾ آندو آهي جو ڏه صابرين ماڻهو
هڪ سؤ ماڻهن سان مقابلو ڪري وڃن پڙهي ڏسندا سورت
انفال جي آيت نمبر (65) ۽ هڪڙو صابر ماڻهو ٻن سان مقابلو
ڪري سگهي پڙهي ڏسندا سورت انفال آيت نمبر (66) هنن
مثالن منجهان عرض ڪرڻ جو هي مقصد آهي ته لفظ صبر





جي مٿين معني جي روشني ۾ هر هنڌ اصل معنيٰ کي لحاظ
۾ رکڻ گهرجي جڏهن ته لفظ صبر ساري قرآن ۾ هڪ سؤ
ٻيرن کان وڌيڪ ڀيرا استعمال ٿيو آهي.

آءٌ هن مضمون ۾ حج بابت خبر ناهي ته سمورو
مذڪور لکي به سگهان يا نه البت صفا، مروه، طواف،
اعتڪاف، شعائرالله، ذبح اسماعيل جي حوالي سان ۽ نام نهاد
قرباني جي ڳالهه وغيره تي به ڪوشش ڪيا ٿو ته پڙهندڙن
کي قرآن منجهان مناسب حد تائين ڄاڻ ڏيئي سگهان.

## صفاءِ مروة

صفا ۽ مروة ڪعبت الله جي ويجهو ٻن پهاڙين جا نالا
سورت بقره آيت نمبر 158 جي روشني ۾ غلط ۽ جڙتو طور
رکيل آهن ۽ طواف، جي معنيٰ ڪعبة الله جي عمارت کي
ست چڪر ڦيرا ڏيڻ اهو به خلاف قرآن تجويز ڪيل آهي صفا
۽ مروه نالي ٻن پهاڙين جي وچ ۾ ست چڪر ڪاٽڻ جو
فلسفو علم قرآن جي مخالفت ۾ روايتون ناهڻ وارن جي
جوڙيل تاريخ جي حوالن سان هي مشهور آهي ته جناب
ابراهيم عليہ السلام پنهنجي زال هاجره کي پٽ اسماعيل
ڄمڻ کان پوءِ ستت ئي نئين ڄاول ٻار سميت پنهجي اصل
ڳوٺ "أر" کان جيڪو بابل ۽ شام جي وچ ڏاري آهي اتاهون
مڪي شهر وٺي اچي موجوده ڪعبت الله وٽ ڇڏي واپس اچي
ڳوٺ پهتو پوئتي سندس زال ۽ ٻار جو راشن پاڻي ختم ٿي
وڃڻ تي بي بي هاجره پاڻيءَ جي تلاش ۾ پروارين مٿي ڄاٽايل

ٻن پهاڙين تي چڙهي پاڻي ڳولڻ لڳي ۽ ٻنهي پهاڙين جي وچ ۾ واري پاڻي جي تلاش خاطر ست ڦيرا ڏکي آهي. قرآن مخالف علم ٺاهيندڙن طرفان ان فرضي بي بي صاحبہ جا اهي فرضي ست چڪر انداز اڍائي هزار سال پوءِ پيدا ٿيندڙ آخري نبي جي امت مٿان حج ڪرڻ مهل انهن ٻن پهاڙين جي وچ ۾ ڏکڻ واجب ڪيا ويا آهن بهتر ٿيندو تہ اسان هاڻي قرآن کان پڇي ڏسون تہ ڇا واقعي جناب ابراهيم عليہ السلام پنهنجي نئين ڄاول ٻار اسماعيل کي ان جي ماءُ سميت جنهن جو نالو روايتون ٺاهيندڙن هاجره لکيو آهي کي شام ۽ بابل کان وٺي اچي مڪي جهڙي غير آباد خشڪ سالي واري علائقي ۾ بغير انتظام ماني پاڻيءَ جي ڇڏي واپس پنهنجي ملڪ روانو ٿي ويو هئو؟ سو ان سوال جي جواب ۾ قرآن حڪيم فرمائي ٿو تہ اسماعيل ڄمڻ کان وٺي ڪمائڻ واريءَ عمر کي پهچڻ تائين پنهنجي پيءُ ابراهيم عليہ السلام سان گڏ (ملڪ شام) ۾ رهيو هئو. پڙهي ڏسو سورت الصافات فَلَمَّا بَلَغَ مَعَهُ السَّعْيَ آيت نمبر (37-102) يعني جڏهن اسماعيل پهتو ڪمائڻ (جي عمر کي تہ اهو) پيءُ سان گڏ هئو. هاڻي غور ڪبو تہ قرآن حڪيم جي هن جواب منجهان اسماعيل ۽ ان جي ماءُ کي ٻار جي ڄمڻ کان پوءِ جلدي مڪي شهر پهچائڻ جو علم روايات وارو سمورو قصو من گهڙت ۽ ڪوڙو ٿيو آهي تہ پوءِ قران حڪيم جيڪو حج جي عدالت واري ميڙاڪي ۾ شريڪ ٿيندڙ ٻن ٽڪريل ڌرين جي نمائندن کي سمجهائڻ لاءِ چيو تہ توهان فيصلي مهل هڪ ٻئي جي طرفان دل صاف رکو ۽ پاڻ ۾ ٺاهہ ڪرڻ لاءِ ڪس ڪسر ڪائڻ لاءِ هڪ ٻئي سان مروت ۽ درگذر





ڪيو تہ قرآن جي ان فلاسفيءَ کي عالمي سرمايہ دارن ۽ غلام ساز ڦورو جاگيردارن جي پاڙيتو دانشورن قرآن طرفان انسانن جي وڙهيل ڌرين کي، دل صاف رکڻ ۽ هڪ ٻئي سان مروت ڪرڻ واري نصيحت جي لفظن صفا ۽ مروة کي معنائن ڦيرائڻ جي حيلي سان، صفا جو نالو هڪڙي پهاڙي يعني ٽڪريءَ تي رکيائون ۽ مروت (درگذر) جو نالو ٻي پهاڙيءَ تي رکيائون. اهو سڀ ڪجهہ هن پسمنظر ۾ تہ اسلامي انقلاب جي علمبردار ڪتاب قرآن ۽ ان جي انقلابي اصطلاحي علامتن کي پوڄا جي مفهوم ۾ بدلائي ڇڏيائون رب پاڪ هن آيت (2-158) ۾ ٻن وڙهيل ڌرين کي اهو ٻہ سمجهايو تہ اوهان جون هڪ ٻئي ڏانهن دليون ۽ ذهن صاف رکڻ اهو مون الله جون انساني ڀائيچاري قائم ڪرڻ لاءِ نشانيون آهن ۽ هڪ ٻئي جون خطاؤن ۽ اوياريون لهواريون معاف ڪرڻ درگذر ڪرڻ هڪ ٻئي سان مروت سان هلڻ انهيءَ ۾ ٻہ مون الله جون اوهانجي معاشرن کي پيار محبت سان هلائڻ جون اهي شعائرالله يعني نشانيون آهن.

## طواف

طواف جي معنیٰ پڙهندڙ مهربان آيت نمبر (2-158) تي جيڪڏهن غور ڪندا تہ اها ٻہ ڪين سولائي سان سمجهڻ ۾ اچي ويندي آيت ڪريمہ ٻڌائي ٿي تہ جيڪي نمائندا حج ۽ عمري تي عدالت عاليہ بيت الله ۾ اچن تہ انهن تي ڪوبہ گناهہ ناهي جو اهي طواف ڪن، هت غور ڪرڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ آيت ڪريمہ م آهي تہ حج ۽ عمري م شريڪ ٿيندڙن تي طواف ڪرڻ ۾ گناهہ ناهي. آيت ڪريمہ جو طواف لاءِ اهو

جملو تہ صاف صاف ٻڌائي ٿو تہ طواف منجهان هنن امامي
فقهن ۽ روايتن جي تشريحن وارو طواف جنهن کي هي ثواب
ڪمائڻ لاءِ فرض واجب ۽ سنت يا طواف زيارت ۽ الوداع جا
نالا ڏيون وينا آهن قرآن هنن وارين ڪعبي جي عمارت کي
ڦيريون ڏيڻ کي طواف جي نالي سان تہ قبول ئي ڪونہ ٿو
ڪري، جو فرمائي ٿو تہ حج ۽ عمري ڪرڻ وارن تي طواف
ڪرڻ ۾ ڪوبہ گناهہ ڪونهي، آيت ڪريمہ جي انهيءَ جملي
منجهان اصولي طور هي ثابت ٿئي ٿو تہ حج تي فيصلن وٺڻ
لاءِ آيل نمائندا تہ خاص پنهنجي ڌرين جي ڪيسن جي وڪالت
ڪرڻ لاءِ آيل آهن سو قرآن پاڪ انهن کي ٿو چوي تہ اوهان
برابر هتي اچي پنهنجي قبيلي جي موقف کي ڪٽائڻ جي
ڪوشش ڪنداؤ پر هي حقيقت بہ ذهن ۾ رهي تہ مخالف ڌر
جي موقف کي سمجهڻ لاءِ بہ اوهان کي ذهن صفا رکڻ گهرجي
۽ ٿوري گهڻي اختلاف جي چوڙي نبيري خاطر هرو ڀرو
پنهنجي ڳالهہ تي ضد بدران مخالفن سان درگذر ڪرڻ مروت
ڪرڻ لاءِ انهن جي وفدن جي نمائندن سان صاف ذهن ۽ مروت
وارو جذبو ڌاري وڃي انهن جي ڪئمپن ۾ بہ گهمو ڦرو رابطا
ڪيو. قرآن حڪيم انهيءَ گهمڻ ڦرڻ کي پنهنجي لفظن ۾
بيان فرمايو آهي تہ مخالفن سان اهڙن رابطن لاءِ انهن جي
ڪئمپن ۾ وڃي اوهان جي گهمڻ ڦرڻ ۾ لاجناح عليڪم يعني
طواف ڪرڻ ۾ انهن وٽ وري وري ڦيريون ڪائڻ ۾ ڪو بہ
گناهہ ڪونهي، سو ڪوبہ امامي علمن جي درس نظامي جو
دستار بند عالم فاضل ماڻهو ٻڌائي سگهندو نہ ڪهڙي بہ فقهي
امام وٽ طواف خاطر ڪعبت الله جي عمارت کي ڪنهن بہ





صورت ۾ طواف ڪرڻ ڦيرا ڏيڻ گناهہ بہ آهي ڇا هائو ڪيسن
دوران ججن ۽ امينن جي ڪنهن بہ ڌر سان هلڻ مهل انهن تي
شڪ بہ ڪيا ويندا آهن تہ اهو فلاڻ ڌر سان چو مليو پڪ ان
رشوت ورتي هوندي وغيره تہ اهڙي صورت حال جي مدنظر
قرآن فرمائي ٿو ڌرين جي وچ ۾ ناهہ ۽ مصالحت ڌرين جي
ڪئمپن ۾ اچڻ وڃڻ ڦيريون ڪائڻ ۾ ڪوئي گناهہ ناهي. جنهن
کي قرآن پنهنجي هن آيت جي جملي لاجناح عليڪم (2-158) ۾
استثنا سان ٻڌائي رهيو آهي تہ هن خاص صورت ۾ طواف
ڪرڻ ۾ گناهہ ناهي، اميد آهي تہ پڙهندڙ مهربان طواف جي
قرآن واري معنیٰ مفهوم کي سمجهي ويا هوندا تہ اهو گهمڻ
ڦرڻ ڦيريون ڪائڻ ڪيسن ۾ مخالفن جي وفدن سان انهن جي
جدا جدا ڪئمپن ۾ وڃي رابطن رکڻ لاءِ فرمايو ويو آهي نہ
ڪي ڪعبي جي پٿين کي ڦيريون ڪائڻ لاءِ چيو ويو آهي، سو
بہ نہ رڳو ٺلهو گهمڻ ڦرڻ پر اهو بہ تہ ذهنن ۾ اڳواٽ ئي
صفائي ۽ مروت وارو جذبو رکي گهمڻو آهي جنهن ۾ دل
دماغ اندر ٻي ڌر لاءِ گند ڀريل نہ هجي ۽ هروڀرو جائز ناجائز
سورنهن آنا پنهنجي ڳالهہ مڃائڻ وارو ضد نہ هجي بلڪ مروة
وارو جذبو هجڻ گهرجي ۽ جيڪڏهن حج ۾ علم روايات وارو
طواف ڪرڻ ضرور هجي ها تہ آيت (2-158) ۾ جملو يطوف بهما
تثنيہ جي ضمير بدران يطوف بهم هجي ها يعني جمع واري ضمير
سان صفا مروة حج ۽ عمري جي سڀن ضرورتن لاءِ طواف
ڪيو رابطا رکو هجي ها. جيڪڏهن عدالت ۽ انصاف وارو
ڪاتو ججن ۽ امينن مٿان آيت ڪريمہ (2-125) جي روشنيءَ ۾
بين الاقوامي عدالت جي ليول ڪان هيٺ لهي ملڪي سڀن

ليول جي ڪورٽن جي ججن تي بہ اها حڪمت عملي لاڳو
ڪندو تہ ڪيترائي منجهيل فيصلا آسانيءَ سان جلدي نبري
ويندا جيئن عوامي جرڳن ۾ ائين ٿيندو رهندو آهي جو سوين
خونن جا فيصلا هڪ ئي ڏڪ ۾ نبري ويندا آهن ۽ سرڪاري
ڪورٽن ۾ هڪ ڏوهہ جو فيصلو ڪئين سال پيو ڳهلبو آهي.
يعني قرآن گهٽ ۾ گهٽ پاڪستان جي موجوده عدالتي
طريقي کي رد ٿو ڪري.

## حج پوري ٿيڻ تي مٿي ڪوڙائڻ واري فلاسفي

اسان شروع کان عرض ڪري آيا آهيون تہ حج جي
معنىٰ عدالت ڪورٽ ۽ جهڳڙن جا فيصلا ڪرڻ آهي، عرب ۾
ٻين ڪيترن ئي قبيلن جي وچ ۾ هي بہ مڃيل قبائلي رواج ۽
حقيقت رهي آهي تہ هو پنهنجي ڪنهن بہ عزيز قريب جي قتل
تي وڃڻ مهل ماڻهن سان يا پاڻ سان هي وچن ڪندا هوا تہ هو
قاتل ڌر کان جيتري تائين بدلو نہ وٺندا تہ ايتري تائين پنهنجي
منهن مٿي جي سنوارت نہ ڪرائيندا هئا ۽ وار نہ نهرائيندا هئا
وغيره انڪري قرآن حڪيم کي پڙهڻ وارا غور سان پڙهي
ڏسندا تہ حج جي پوري ٿي وڃڻ جي علامت مٿي جي وارن
نهرائڻ کي ئي قرار ڏنو ويو آهي. يعني جيڪڏهن ڪنهن ڌر
وارن، وار نہ نهرايا تہ سمجهبو تہ هن کي فيصلي کان اختلاف
آهي. اها ماجرا يعني فيصلي تي وڃڻ کان پوءِ سنوارت ڪرائڻ
اها ڳالهہ قرآن حڪيم بہ پيرا ورجائي آهي انتي عمل ڪرڻ
سان سمجهيو ويندو هيو تہ هاڻ ان ڌر فيصلو قبول ڪيو آهي
(2-196)، (48-27).

**هديو:**





فيصلن تي وڃڻ ۽ وڙهيل ڌرين وچ ۾ دشمني ختم
ڪري پائپي قائم ٿي وڃڻ کي دل سان قبول ڪرڻ جي
هڪڙي نشاني مٿي تي گذري تہ منهن ۽ مٿي جي سنوارت
وٺائڻ، ٻي نشاني آهي تہ هڪڙي دسترخوان تي گڏجي
کاڌو کائڻ جنهن لاءِ ڪالهہ واريون دشمن ڌريون اڄ هڪ ٻئي
جون پائپيون قائم ٿيڻ جي خوشيءَ ۾ دعوتون ڪائين ۽
ڪارائين اهڙين دعوتن جي انتظام ۾ کاڌي پيتي لاءِ ٻئي راشن
سان گڏ جيڪو گوشت جا جانور اتي پهچائڻا پوندا هئا انهن
کي ڳچيءَ ۾ علامت طور ڳانا وجهڻا پوندا هوا تہ ماڻهن کي
ڄاڻ پوي تہ هي جانور ڪعبي جي ڪورٽ واري هنڌ پهچائي
کاڌي لاءِ ڪهڻ جي ڪم ايندو لفظ هديي جي معنىٰ تي غور
ڪرڻ گهرجي تہ ان منجهان مراد رڳو گوشت لاءِ ساہ وارا
جانور نہ آهن حج تي کاڌي پيتي ۽ دعوتن لاءِ ٻيو راشن چانور
اٽو مصالحہ اهي بہ سڀ هديي جي معنىٰ ۾ شمار ڪيا ويندا
پڙهي ڏسندا (2-197) جڏهن قرآن ۾ ان لفظ هديي جي استعمال
۾ وڏي ڪشادگي آهي تہ پوءِ رڳو گوشت جي جانورن تي مارو
چو؟ قرآن جي ترجمي ۽ تفسير لکندڙن هن لفظ هديي جي
معنىٰ قرباني لکي آهي توڙي ڪٺي قرباني جو لفظ بہ قرآن جي
لفظن منجهان ضرور آهي پر هر لفظ جي معنىٰ ۽ مفهوم جدا
ٿيندي آهي پر ترجمي ۽ تفسير لکندڙ ماڻهن انهيءَ ڳالهہ تي
غور ئي ڪونہ ڪيو آهي تہ قربانيءَ جو لفظ قرآني الفاظن
منجهان هجڻ باوجود رب پاڪ ان کي هن موقعي تي استعمال
ڪرڻ بدران هتي هديي جو لفظ ڇو استعمال ڪيو آهي؟ سو
رب تعالىٰ هتي جيڪو هديي يعني سو ڪڙي ۽ تحفي وارو

لفظ استعمال ڪيو آهي ان منجهان رب پاڪ هي حقيقت سمجهائڻ گهري ٿو ته سوکڙي ۽ هديا انسان هڪ ٻئي کي ته ڏئي سگهن ٿا پر الله جي ذات اقدس لاءِ اهو لفظ چوڻ سان شرڪ جو شبهو پئجي ويندو جو ته هڪ ٻئي کي سوکڙيون ڏيڻ وارا ڪنهن نه ڪنهن حد تائين پاڻ ۾ هڪ جهڙا هوندا آهن سو جڏهن حج تي فيصلن ۾ دشمنيون ختم ٿي ڀائيپون ڳنڍڻ وارا به پاڻ ۾ ته هڪجهڙا هجڻ ڪري هڪ ٻئي کي دعوتن ۾ کاڌي پيتي جون سوکڙيون ۽ هديا ڏيئي سگهن ٿا پر ٻانها الله کي سوکڙيون ڏين، اهو ٿي نه ٿو سگهي جو ته الله جي ذات ٻانهن کان سوکڙيون وصول ڪرڻ جي تصور کان گهڻي برتر ۽ اعلىٰ آهي ۽ الله پنهنجي ڪلام پاڪ ۾ هن موقعي تي جيڪو لفظ هديي جو استعمال فرمايو آهي، انهيءَ منجهان اجتهاد جي علم ذريعي هي به ثابت ٿئي ٿو ته مسلم ماڻهن لاءِ حديثن ناهڻ وارن جيڪا معراج جي رام ڪهاڻي ناهي آهي ته نبي سائين جن عرش معلىٰ تي الله کي ملاقات مهل چيو ته التحيات لله والصلواة والطيبات يعني آئون تو رب پاڪ لاءِ صلاتن ۽ پاڪيزه شين جون سوکڙيون کڻي آيو آهيان سو اهي سوکڙين وارا لفظ ٻانهي طرفان الله لاءِ شرڪ جي مشابهه آهن ۽ غلط آهن.

سو حج جي آيت ڪريمه (2-196) ۾ فيصلن ٿيڻ تي خوشيءَ ۾ دعوتن دوران هڪ ٻئي کي راشن پاڻيءَ سان گڏ جانورن جي گوشت کارائڻ جون دعوتون ڏيڻ کي الله پاڪ هديي جو نالو ڏنو ۽ انهن لاءِ قرباني جو نالو نه ڏنو، صرف ۽ صرف هن لاءِ ته الله جي ذات انسان کان سوکڙيون ۽ هديا





وصول ڪرڻ کان گهڻو بلند ۽ مٿاهين آهي سو علم حديث جي گهڙيل معراج واري ملاقات ۾ نمازن اندر التحيات لله جو جملو اچارڻ سان الله عزوجل جي مرتبي سان شرڪ ۽ ان جي مان ۾ گهٽتائي اچي وڃي ٿي جو ته سڀڪو ڄاڻي ٿو ته التحيات جي معني سوکڙيون آهي سو ٻانهي جي طرفان قرباني برابر الله لاءِ ٿي سگهي ٿي پر هديو الله لاءِ نٿو ٿي سگهي سو حج جي موقعي وارا جانور هڪ ٻئي لاءِ ته سوکڙيون آهن پر الله لاءِ هديا ۽ سوکڙيون نٿا ٿي سگهن.

## عڪف۔ عاڪفين۔ اعتڪاف

لفظ عڪف پنهنجي مختلف صيغن سان قرآن حڪيم ۾ نو ڀيرا استعمال ٿيو آهي هڪ ڀيرو آيت (2-125) ۾ لفظ طائفين جي مقابلي ۾ استعمال ڪيو ويو آهي ۽ قرآن جي اصطلاح ۾ طائفين قسم جا ماڻهو عدالت حج طرفان ڪيسن جي تفتيش خاطر انويسٽيگيشن خاطر وزٽ آفيسر ۽ ڪمشنر مقرر ڪيل هوندا آهن جن کي آئوٽ ڊور قسم جون ڊيوٽيون مليل هونديون آهن ۽ جن آفيسرن کي ان ڊور قسم جون داخلي ڊيوٽيون مليل هونديون آهن قرآن حڪيم انهن آفيسرن کي عاڪفين سڏيو آهي يعني اهي آئوٽ ڊور آفيسرن جي رپورٽن جي روشني ۾ ڪيسن مٿان آفيسن ۾ ويهي سچ ڪوڙ واري تفصيل مٿان تحقيق ۽ ريسرچ ڪرڻ ۽ فيصلا ڪرڻ وارا هوندا آهن، افسوس جو قرآن دشمن مافيا وارن قرآن حڪيم ۽ ان جي انتظامي ۽ سياسي اصطلاحن کي

مونڙن ۾ منهن وجهي اعتڪاف يعني مراقبا ۽ ورد وظيفن واريون معنائون پارائي ڇڏيون آهن. هڪ وڪيل ڪي مون عاڪفين ۽ طائفين جي اها معنيٰ ٻڌائي ته جلدي ۾ ان مون کي چيو ته پوءِ ڇڻ انگريزن ڪورٽن لاءِ هي طريقي ڪار ۽ اصطلاحون ته قرآن منجهان ئي ورتيون آهن.

## شعائر الله

لفظ شعائر اهو جمع جو صيغو آهي انهيءَ جو واحد ۽ مفرد وارو صيغو شعار آهي ۽ شعار لفظ جي معنيٰ آهي علامت ۽ نشاني علامتون ۽ نشانيون ڪنهن ڪي سڃاڻڻ لاءِ ڪم اينديون آهن قرآن حڪيم ۾ ٽن شين ڪي شعائر الله سڏيو ويو آهي هڪڙو انسان ذات لاءِ دل دماغ ڪي هر قسم جي غير ۽ ٻيائيءَ کان صاف رکڻ، ٻيو مروت ڪي به رب پاڪ شعائر منجهان ڳڻيو آهي جنهن جي معنيٰ هيءَ آهي ته انساني معاشرن وارن ماڻهن سان درگذر ۽ ڪس ڪسر ڪائڻ ۽ مناسب حد تائين ليکو به نه ڪرڻ ۽ فيصلن ۾ به رعايت ڪرڻ اها مروت آهي جنهن جو ذڪر قرآن حڪيم جي آيت نمبر (2-158) ۾ آهي ٽيو انهن جانورن ڪي به رب پاڪ پنهنجي نشانين منجهان سڏيو آهي جن جو گوشت کاڌو وڃي ٿو (22-32). پڙهندڙ مهربان غور ڪن ته قرآن پاڪ الله جي نشانين منجهان جيڪي ٽي شيون ڳڻايون هڪ دل دماغ صاف رکڻ ٻيو هڪ ٻئي سان درگذر ۽ مروت ڪرڻ ٽيون کاڌي پيتي لاءِ هديي وارا گوشت لاءِ جانور، سو چيو وڃي ته اهي ٽيئي شيون زنده ساهه کڻڻ وارن سان تعلق رکن ٿيون پر اسلام کي بائيبل جي فلاسفي جي تابع بنائڻ لاءِ مجوسي امامن پنهنجين





ناهيل حديثن ۾ جن ٻن پهاڙين کي صفا ۽ مروة جو نالو ڏنو آهي انهن کي ته ساهه ئي ڪونهي آهي ته جامد ۽ مرده آهن.

## ذبح اسماعيل جي معنيٰ ۽ مفهوم

ذبح جو لفظ قرآن حڪيم ۾ ڪل نو ڀيرا استعمال ٿيو آهي جن مان ٽي ڀيرا جانورن جي ڪهڻ جي حوالي سان استعمال ٿيو آهي ۽ (6) ڀيرا ماڻهن کي ذبح ڪرڻ جي حوالي سان استعمال ٿيو آهي ماڻهن جي ذبح لاءِ استعمال مهل ڪاتيءَ سان ڪهڻ مراد ناهي ذبح جي نسبت ماڻهن طرف ڪرڻ مهل معنيٰ ٿيندي ڳري سزا ۽ مشقت واري زندگي فرعون جي حوالي سان جيڪي ڪجهه بني اسرائيل جي اولاد لاءِ آيو آهي ته هو انهن جا پٽ ذبح ڪندو هئو ۽ عورتون جيئريون ڇڏي ڏيندو هئو اتي به ذبح منجهان معنيٰ آهي انهن کي مشقتن ۾ ۽ ايذائن ۾ وجهڻ جناب سليمان عليہ السلام پنهنجي انٽيليجنس افسر هد هد جي غير حاضري بابت فرمايو ته هو جيڪڏهن پنهنجي غير حاضريءَ جو معقول سبب نه ڏيندو ته ان کي آئون ذبح ڪندس اتي به ذبح جي معنيٰ ڳري سزا آهي ڪاتيءَ سان ڪهڻ ناهي

جناب ابراهيم عليہ السلام جو ننڊ ۾ خواب ڏسڻ ته آئون پنهنجي پٽ اسماعيل کي ذبح ڪري رهيو آهيان (37-102) اتي معنيٰ آهي پٽ اسماعيل کي سرسبز ملڪ شام منجهان ۽ پنهنجي بادشاهي واري سرسبز علائقي منجهان پري واري علائقي مڪي طرف غير آباد علائقي ۾ مشقت واري علائقي ۾ رهڻ لاءِ موڪلڻ، هتي ٻن ڳالهين کي ذهن ۾ رکڻ ضروري ٿيندو هڪ ته هن خواب ۾ اسماعيل عليہ السلام کي مشقت

واري ذبح مثل زندگي گذارڻ لاءِ شهر مڪي طرف موڪلڻ جتي في الفور حج واري عدالت عاليه اجا وجود ۾ بہ ڪانہ آئي هئي جنهن سان تڙي ڪڙي حج جو ڪوبہ تعلق ڪونهي، ٻي ڳالهہ تہ ابراهيم عليہ السلام اهو خواب ملڪ شام ۾ ڏٺو آهي ۽ جناب اسماعيل عليہ السلام سان سندس اها خواب جي ڳالهہ بيان ڪرڻ بہ ملڪ شام ۾ ٿي آهي جتي اسماعيل عليہ السلام پنهنجي عظيم پيءُ جناب ابراهيم عليہ السلام سان هڪ تہ گڏ گذاريندڙ آهي ٻئي نمبر تي ڪمائڻ جي جوانيءَ واري عمر کي بہ اتيئي پهچي چڪو آهي هاڻي جڏهن آيت (37-102) منجهان جناب اسماعيل عليہ السلام جي عمر ڪمائي ڪرڻ واري جوانيءَ جي ثابت ٿئي ٿي ملڪ شام ۾ ۽ آيت ڪريمہ (37-102) ۾ ئي ذبح لاءِ پٽ اسماعيل عليہ السلام جو رضامندو بہ ملڪ شام ۾ ثابت ٿئي ٿو. ان مقام تي غور ڪرڻ جهڙي ڳالهہ آهي تہ پٽ جڏهن پيءُ کي آيت (37-102) ۾ چوي ٿو تہ افعل ما تؤمر يعني تون تعميل ڪر انهي فيصلي جي جنهن جو تو کي حڪم ڏنو ويو آهي آئون تيار آهيان پوءِ ٻيئي پيءُ پٽ جڏهن هم خيال ٿيا فَلَمَّا أَسْلَمَا وَتَلَّهُ لِلْجَبِينِ (37-103) تہ پيءُ، پٽ کي پيشاني جهڪائڻ واري علامت سبب پنهنجي حڪم جي پويان هلايو يعني پاڻ اسماعيل عليہ السلام کي مڪي ۾ وڃي سڪونت پذير ٿي رهڻ جو حڪم ڏنو ۽ جناب ابراهيم عليہ السلام گهٽ ۾ گهٽ گلف جي سيني ملڪن جو شهنشاهہ بادشاهہ هئو (2-124) ۽ انهيءَ دور ۾ ان پنهنجي جوان پٽ اسماعيل کي خواب ۾ ڏنل الله جي حڪم سان حجاز جو گورنر بنائي موڪليو آهي (22-41) سوجيڪي ترجما ۽ تفسير





لکڻ وارا، اٿ ڪي پنهنجن ترجمن ۾ جهرڪي ڪري لکي سگهن ٿا (3-105) تہ ڇا هو جناب اسماعيل عليہ السلام کي جيڪو جوان ۽ شادي شده صاحب اولاد پٽ آهي (37-14) ان کي نئون ڇاول ٻار نٿا ڏيکاري سگهن؟ ۽ جيئن تہ انهن جناب خاتم الانبياءِ عليہ السلام کي جنهن لاءِ رب پاڪ سورت الفيل ۾ فرمايو تہ تون هاٿين جي لشڪر مٿان پٿر ڇٽي رهيو هئين ان کي قرآن جي تفسير لکڻ وارن روايت پرستن منڊائون اڻ ڇاول قرار ڏيئي ڇڏيو جنهن سان هنن مترجمن ۽ مفسرن قرآن کي ئي ڪوڙو بنائي ڇڏيو. وري آيت نمبر (37-14) منجهان اسماعيل جي عمر نہ فقط جواني واري پر شادي ڪرڻ ۽ اولاد وارو ٿيڻ جي بہ ڳالهہ مڪي موڪلڻ ڪان اڳ ئي ثابت ٿي وڃي ٿي جيڪا جناب ابراهيم عليہ السلام جي ان لاءِ دعا منجهان اها حقيقت ثابت ٿئي ٿي، اها هن طرح تہ جناب ابراهيم عليہ السلام پنهنجي پٽ اسماعيل عليہ السلام کي مڪي ۾ سڪونت پذير ڪرڻ ڪانپوءِ چوي ٿو تہ رَبَّنَا إِنِّي أَسْكَنتُ مِن ذُرِّيَّتِي بِوَادٍ غَيْرِ ذِي زَرْعٍ عِندَ بَيْتِكَ الْمُحَرَّمِ رَبَّنَا لِيُقِيمُوا الصَّلَاةَ فَاجْعَلْ أَفْئِدَةً مِّنَ النَّاسِ تَهْوِي إِلَيْهِمْ وَارْزُقْهُم مِّنَ الثَّمَرَاتِ لَعَلَّهُمْ يَشْكُرُونَ (37-14) يعني اي منهنجا رب مون رهايو آهي پنهنجي اولاد منجهان (ڪجهہ فردن کي) غيرآباد واديءَ ۾ تنهنجي محترم گهر وٽ هن لاءِ تہ اهي قائم ڪن (علم وحي ذريعي ڏنل) نظام کي پوءِ ماڻهن جي دلين کي انهن جي طرف موڙجانءِ ۽ ميون منجهان ڪين رزق ڏجانءِ تا تہ اهي منهنجي اولاد وارا تنهنجي ڏنل رزق کي ضرورتمندن لاءِ کولي رکن (37-14) محترم پڙهندڙ پيارو! مون جناب اسماعيل عليہ السلام کي پنهنجي نبي ۽ بادشاهہ

پيءُ ابراهيم (2-124) طرفان علائقہ حجاز جي ڪئپيٽل پوائنٽ مڪي جو گورنر ۽ نائب ڪري موڪليل لکيو آهي انهيءَ جو ثبوت آيت ڪريمہ (22-41) منجهہ آهي جنهن ۾ پڌري پٽ رب تعالىٰ فرمائي ٿو تہ جن کي اسان ڌرتيءَ تي اقتدار ۽ حاڪميت ڏيندا آهيون اهي اتي اقامة صلوة جو منصب سنڀاليندا آهن تہ هتي هن آيت ڪريمہ (14-37) ۾ جناب ابراهيم عليہ السلام جناب اسماعيل عليہ السلام ۽ ان جي اولاد لاءِ بہ ڪامياب اقامة صلوة جي قائم ڪرڻ لاءِ دعا گهري آهي جنهن ۾ غيرآباد مڪي واري سرزمين کي آباد ڪري ان کي ميون وارن باغن جي زمين بنائڻ جو مطالبو بہ ڪيو آهي يعني اسماعيل گورنر ٻنجي ايگريڪلچرل سڌارا آڻي دعا جو جملو ليقيموالصلوة اهو حڪومتي نظام قائم ڪرڻ جي قرآني اصطلاح آهي ٻيو جملو لعلهم يشكرون فياض حڪمرانن جو شان آهي. رهيو سوال تہ قرآن حڪيم جي ترجمن ۽ تفسير لکڻ وارن تہ اهڙي ڳالهہ ڪانہ لکي آهي سو انهن جي ترجمن ۾ خيانتن جي باري ۾ تہ آئون گهڻو ڪجهہ ٻڌائي سگهان ٿو پر هتي مختصر انهن مترجمن بابت بہ عرض ڪيان ٿو جنهن منجهان انهن جي ايمانداريءَ جي يا علميت جي ليول کي اوهان پاڻ پرکي ڏسندا تہ انهن سورت الفيل (4-3-105) ۾ جيڪو رب پاڪ پنهنجي آخري رسول کي چيو آهي تہ (مڪي ۾ ڪعبي ڍاهڻ لاءِ هاٿين جي لشڪر واري حملي آورن جي مقابلي ۾) انهن تي سوار دستي سان دشمن مٿان اي محمد تون سنگ باري ڪري رهيو هئين، ايترن چٽن لفظن کان پوءِ بہ علم حديث جي روشني ۾ تفسير ڪرڻ وارن لکيو آهي تہ ابره بادشاهہ جي هاٿين واري





لشڪر جي حملي واري واقعي کان ٿي چار هفتا پوءِ نبي سائين ڄاوا آهن پڙهندڙ غور فرمائين تہ قرآن پاڪ جا صاف لفظ آهن تہ جنگ ۾ تون (اي محمد) دشمن کي پٿر چٽي رهيو هئين. اهڙن ترجمن ۽ تفسير لکڻ وارن کي ڇاڇئجي جيڪي لفظ ابل جو جمع، جمع منتهي الجموع آهي ابابيل، ابل جي معنىٰ اُٺ آهي پوءِ بہ ترجما ٺاهڻ وارا، ابابيل کي جهرڪيءَ جيترو پکي ٺاهي ڇڏين ٿا پر روايت باز مترجمن جي هنر مطابق جيڪڏهن هو ابابيل جي معنىٰ جهرڪيءَ جيترو پکي قرار ڏيئي ڇڏين ٿا تڏهن بہ قرآن حڪيم جو ايندڙ لفظ حجر انهيءَ جي اجازت نٿو ڏئي ڇو تہ حجر گهٽ ۾ گهٽ صوف جيتري سائيز جو ٿيدو آهي جيڪو جهرڪيءَ جي چهنب ۾ اچي نہ سگهندو آهي. سو آئون پڙهندڙن کي ترجمن ۽ تفسير لکندڙن جون ڇا تہ ڳالهيون ٻڌايان. جڏهن تہ قرآن حڪيم ۾ جناب رسول عليہ السلام جن جي سورت الفيل جي حوالي سان نبوت ملڻ کان اڳي سنگ باريءَ ۾ نشان باز هٿ جو سڌو هجڻ ڪانسواءِ سورت انفال ۾ بہ الله فرمايو تہ تون دشمن سان نہ پيو لڙين پر آئون پيو لڙان ۽ تون تير نہ پيو هڻين آئون الله پيو تير هڻان (8-17) مطلب تہ جناب رسول جو نبوت ملڻ کان پوءِ بہ اڳي وانگر جنگجو ۽ تير انداز هجڻ ثابت آهي. هاڻ صرف تفسير لکندڙن جي خيانت واري هڪ ڳالهہ پيش ڪري اصل موضوع طرف موٽان ٿو، جناب سليمان عليہ السلام جن وٽ جڏهن جنگ ۾ شڪست کاڌل ملڪہ سبا حاضر ٿي پيش پوي ٿي تہ سليمان عليہ السلام جي تيار ڪرايل شيش محل وٽ پهچي محل جي ايوان کي ڏسي ٿي تہ

هن ۾ ته چڱو خاصو پاڻي پيو وهي ٿو ۽ ٻئي پاسي سامهون
وراندي ۾ سليمان عليہ السلام موجود هجي ٿو ته ملڪه
سوچيو ته هتي ته پاڻيءَ کي جهاڳي وڃڻو پوندو سو ان اهو
سمجهي سلوار جا پاچا پنين کان به مٿي کڻجيا ان تي سليمان
عليہ السلام چيس ته پاڻي مٿان شيشي جي جڙاوت آهي فڪر
نه ڪر، بهرحال هن ڳالهه تي تفسير نعيمي لکندڙ انهيءَ ايتري
ڳالهه مٿان ڳالهوڙو گهڙي لکيو آهي ته ملڪ سبا بلقيس سان
جناب سليمان عليہ السلام کي شادي ڪرڻ جو شوق ٿيو سو
ماڻهن ان کي ٻڌايو ته تون ان سان شادي ڇو ٿو ڪرين ان جي
پنين تي ته وار ڇاول آهن پوءِ انهي خبر جي تحقيق لاءِ
سليمان عليہ السلام ملڪ کي گهرائڻ کان اڳ ۾ مٿي ڄاڻايل
شيش محل ٺهرايو ته جيئن هو ان جي پنين ظاهر ڪرڻ سبب
انهن تي وارن هجڻ ۽ نه هجڻ جي تصديق ڪري سگهي، هاڻي
پڙهندڙ پائر پاڻ ٻڌائن ته الله جي نبين جي باري ۾ اهڙيون
ڳالهيون لکندڙ مفسرين قرآن کي ڇا چئجي؟ جناب رسول کي
اٺ سوار فوجي دستي سان شريڪ ٿي قرآن حڪيم ان کي
دشمنن مٿان پٿر وسائڻ وارو نشانه باز قرار ڏئي ٿو ته حديثن
جي حوالي سان قرآن جو تفسير لکڻ وارا نبي سائين جن کي
ان وقت ٽائين ڇاول ئي ڪونه ٿا مڃن ۽ ائن واري فوجي
دستي جي ڪيئي مڻ ٻاڌي وارن ائن کي ترجما ڪرڻ وارا
ڪاريون ڦوسڙي قسم جون جهرڪيون ٿا سڏين جن جو وزن
اڌ ڇٽانگ مشڪل سان ٿئي، **هنن مثالن منجهان منهنجو**
مقصد صرف ترجما ۽ تفسير لکڻ وارن روايت سازن جي الله
جي نبين سان بغض ۽ نفرت کي پڙهندڙن اڳيان ظاهر ڪرڻو





آهي مون ذبح اسماعيل جي خواب جي ڳالهه ڪا هن ڪري
ڪانه شروع ڪئي آهي جو اهو پٽ ڪهڻ کو حج جي ارڪانن
منجهان ڪو رڪن هجي پر علم حديث ٺاهيندڙن جناب
ابراهيم عليہ السلام مٿان پنهنجي روايتن ۾ نهايت ڪوڙا ۽
واهيات قسم جا الزام هنيا آهن ته ان جڏهن پنهنجي پٽ
اسماعيل کي ان جي رضامندي معلوم ڪرڻ کان پوءِ منىٰ
نالي ميدان ۾ ڪهڻ جو ارادو ڪيو ته ٽي پيرا ٿورن ٿورن
وڪن جي فاصلي تي شيطان ابراهيم عليہ السلام جي دل ۾
وسوسا وڌا ته جيڪر ته آئون پنهنجي پٽ کي نه ڪهان يا آئون
پنهنجي پٽ کي نه ڪهان ته پلو وغيره وغيره پوءِ علم حديث
جي اهڙن مفروضن تي حج جي موقعي تي منىٰ نالي ميدان ۾
شيطان جي طرفان ابراهيم عليہ السلام کي اهڙن وسوسن
وجهڻ جا ڪوڙا الزام هڻڻ وري ان جا ماڳ مقرر ڪري انهن
جا نالا جمرا ٺاهي اتي تصوراتي شيطان کي پٿريون هڻڻ اهو
به غير عقلي عمل حج جي رڪنن منجهان ليکيو ويو آهي پر
پهرين ڳالهه ته ابراهيم عليہ السلام پنهنجي پٽ کي ذبح ڪرڻ
جو جيڪو خواب ڏٺو آهي اتي ذبح جي معنىٰ ڪاٽي سان
ڪهڻ به ته ناهي بلڪ مشقتن واري علائقي وادي غير ذي
زرع شهر مڪي جي سوڪهڙي واري علائقي ۾ رهڻ ۽
بحيثيت گورنر جي هڪ ڪامياب ايڊمنسٽريٽر بنجي ان کي
آباد ڪرڻ جي جيڪا ڳالهه آيت (37-14) مان ثابت ٿئي ٿي اها
مراد آهي تصريف آيات جي حوالن سان. ٻي ڳالهه ته پيءُ ۽ پٽ
جي وچ ۾ ان خواب جي ڳالهه ٻولهه ۽ پٽ جو رضامندو مڪي
شهر جي پر ۾ واقع ميدان منىٰ ۾ ڪونه ٿيو آهي جو اتي

شيطاني وسوسن جو ڪوڙ ناهي فرضي شيطان ڪي اتي پٿريون هڻڻ جي هڪ بيهوده رسم ناهي وئي آهي. ٽين ڳالهہ تہ شيطان انسان جي سرڪش جذبن جو نالو آهي شيطان ڪي انسان کان ڪو علحده وجود ۾ پرسنلٽي ناهي ان دعوىٰ جي ثبوت لاءِ پڙهي ڏسندا سورت الجن جي آيت نمبر (6) ۾ سورت الانعام جي آيت نمبر 128 ۾ آيت نمبر 112 ۾ سورت الڪهف جي آيت نمبر 50 ۾ سورت الرحمان جي آيت نمبر 33 هنن آيتن ۾ جڏهن شيطان انسان جي هڪ ڪواليٽي ۾ داخلي سرڪش جذبن ۾ سوچن جو نالو ٿيو تہ ڪنهن بہ پوائنٽ ڪي ننڍو شيطان وڏو شيطان وچولو شيطان جدا جدا شخصيت قرار ڏيئي ان نشان ڪي جمرات سڏي ان ڪي پٿريون چٽڻ اها نهايت ئي واهيات قسم جي سوچ آهي جنهن جي قرآن حڪيم منجهان ڪا بہ تائيد ڪانہ ٿي ملي سو جيڪڏهن توها شيطان جا پڪا دشمن آهيو تہ اوهان پنهنجو پاڻ ڪي پٿر چٽيو چوٽون تہ ابراهيم عليہ السلام خواب ڏسي ٿو ملڪ شام ۾ اتي ساڻس گڏ رهڻ واري پٽ سان خواب جي حڪم تي عمل ڪرڻ جو گڏيل رضامندو بہ ٿئي ٿو ملڪ شام ۾ (37-102) پوءِ بہ فرضي شيطان جي وسوسن جي رام ڪهاڻي مطابق شهر مڪي جي ٻاهران اسماعيل ڪي کهي ٿو منىٰ جي ميدان ۾ اهو رمي الجمار نالي شيطان ڪي پٿريون هڻڻ جو عمل قرآن جي معنائن ۾ تفسيرن ۾ خيانت جي بنيادن تي گهڙيل ثابت ٿئي ٿو ۾ آيت ڪريمہ فَلَمَّا أَسْلَمَا وَتَلَّهُ لِلْجَبِينِ (37-103) جي معنىٰ پيشاني پر اونڌو ليٽائڻ سراسر غلط آهي لفظ تلا جي معنىٰ قرآن پاڻ ڏسي آهي پويان پويان تي هلڻ ثبوت لاءِ پڙهي ڏسندا





سورت والشمس جي آيت وَالشَّمْسِ وَضُحَاهَا. وَالْقَمَرِ إِذَا تَلَاهَا يعني سج جي روشن ٿيڻ کانپوءِ چنڊ انجي پويان پويان هلي ٿو. (91-2) عربي ٻوليءَ جي لفظ جبين جي معنىٰ پيشاني ڪي سندس اڳين لفظن اسلما ۾ تله سان ملائڻ کان پوءِ معنىٰ ٿيندي تہ پيءُ ۾ پٽ جڏهن خواب واري الله جي حڪم ڪي مڃي ورتو تہ ابراهيم پنهنجي پٽ اسماعيل ڪي اطاعت جي علامت پيشاني جهڪائڻ مطابق پنهنجي خواب واري حڪم جي بجا آوري ۾ تعميل لاءِ تيار ڏٺو تہ ان ڪي گورنر بڻائي شهر مڪي طرف روانو ڪري ڇڏيائين پوءِ انهي تعميل ارشاد تي رب پاڪ ابراهيم عليہ السلام ڪي فرمايو تہ قَدْ صَدَّقْتَ الرُّؤْيَا (37-105) اي ابراهيم بيشڪ تو خواب سچو ڪري ڏيکاريو.

محترم پڙهندڙ پائرو! حج جي رسمن جي حوالي سان قرباني جي رواج تي غور ڪيو تہ قرآن حڪيم فيصلن جي موقعي تي وڙهيل ڌرين ڪي اتي رهڻ واري عرصي ۾ ۾ پاڻ ۾ نهڻ کان پوءِ دعوتون ۾ طعام لاءِ ڪم ايندڙ گوشت وارن جانورن ڪي هديو سڏيو آهي ۾ هاڻي هن دور ۾ شهر مڪي ۾ اهو فيصلن وارو بين الاقوامي ڪورٽ وارو حج ڪونہ ٿو ٿئي حج جي عدالتي ليول جا بين الاقوامي حڪمران شهر مڪي ملڪ حجاز ۾ ڪونہ ٿا رهن نہ ڪي وري وڙهيل ڌرين جا اتي ناهہ ۾ فيصلا ٿين ٿا پوءِ اهي دعوتون ڇا جيون ۾ دعوتن جي طعام لاءِ گوشت وارا جانور ڇا جاءِ مسلم امت پنهنجو حج وڃائي هاڻي امت جي ماڻهن ڪي رسمن ذريعي بلين ٽرلين ڊالرن جا جانور شهر مڪي سميت سڄي دنيا ۾ کهرائي چوپاين جانورن جي ڪساد بازاري پيا ڪن آئون هن سڄي

پاپ ۽ اقتصادي ۽ معاشي جرم جو ذميوار مسلم امت جي سياسي قيادتن ۽ مخالف قرآن مذهبي پيشوائيت کي قرار ڏيان ٿو. مسلمانن جيڪڏهن قرآن جي صحيح ڄاڻ حاصل ڪئي ۽ سندن لاءِ وري پراڻو دور آيو جنهن سان هو سچي دنيا جا حڪمران بنجي ۽ اقوام متحده واري عدالت کي پنهنجي پاور هيٺ مڪي ۾ موٽائي سگهيا ته پوءِ به اتي قرآن واري حج اڪبر تي پراڻين رسمن وارين اضحين بلڪ هدين وارن جانورن ڪهڻ بدران مخالفن سان صلح جي خوشيءَ ۾ دعوتن دوران جيڪي طعام تيار ڪرايا ويندا ۽ ان جا جيڪي بل ڀريا ويندا اهي ئي انهن جا هديا قرار ڏنا ويندا. جيڪي هوٽلن ۽ ڪيٽرنگ ڪمپنين کان تيار ڪرايل هوندا پوءِ اهڙي صورت ۾ قرباني نالي وارن ڏورن جي ايتري حدتائين قتل عام جي ضرورت ئي نه پوندي.



رب پاڪ انسان ذات جي هدايت لاءِ هڪڙو ئي ڪتاب قرآن حڪيم نازل ڪيو آهي. دنيا جا غير مسلم ماڻهو به اسلام جي نصاب تعليم جو ڪتاب صرف اڪيلي قرآن کي قبول ڪن ٿا.

**قرآن شريف انسانيت جي ڀلائي لاءِ رهنما ڪتاب آهي. ٻڌمت مذهب جي روحاني پيشوا دلائي لاما حضرت محمد عليہ السلام جي شخصيت کي بهترين قرار ڏنو.**

ٻڌمت جي روحاني پيشوا دلائي لاما چيو آهي ته حضرت محمد مصطفیٰ عليہ السلام جي ڏسيل واٽ تي هلي ڪري ڇوٽڪارو حاصل ڪري سگهجي ٿو. ڀارتي شهر ميسور ۾ هزارين پيروڪارن کي خطاب ڪندي دلائي لاما حضرت محمد عليہ السلام جي شخصيت کي بهترين قرار ڏيندي چيو ته دنيا مان دهشتگردي جي خاتمي لاءِ پيغبر اسلام جي ٻڌايل رستي تي هلڻو پوندو هن چيو ته حضرت محمد عليہ السلام جي تعليمات ئي ڇوٽڪارو حاصل ڪرڻ جو واحد ذريعو آهي. قرآن شريف انسانيت جي ڀلائي لاءِ بهترين رهنما ڪتاب آهي. دنيا مان انتها پسندي جي خاتمي لاءِ پيغمبر اسلام جي تعليمات کي مشعل راهه بڻائڻو پوندو دلائي لاما وڌيڪ چيو ته حضرت محمد عليہ السلام جي زندگي مبارڪ انسانن لاءِ مشعل راهه آهي. (روزنامه اخبار ڪوشش جي شڪريه سان.)

## چور تہ گھر ۾ ويٺا آهن ٻاهر پيرا ڇو ٿا ڳوليو؟

بدنام زمانہ ڪتاب "رنگيلا رسول" ۽ "سٽينڪ ورسز" ڪافي عرصي کان انٽرنيٽ تي اچي چڪا آهن، دوستن نيٽ تان پرنٽ ڪڍي مونکي اهي پڙهڻ لاءِ ڏنا هئا جن ۾ جناب رسول عليہ السلام جي شان ۾ گستاخين ۽ گارين جون جيڪي بہ انهن ۾ ڳالهيون هئيون انهن جا ڪتاب "رنگيلا رسول" ۾ تہ باقائده بخاري ۽ مسلم حديث جي ڪتابن جا حوالا لکيل. هوا تہ هيءَ حديث بخاريءَ جي آهي هيءَ مسلم جي. جن حديثن ۾ نبي سائين جن کي يارهن زالون پرڻايون اٿن. اهڙي طرح سٽينڪ ورسز ڪتاب جي ڳالهين ۾ حوالا لکيل تہ ڪونہ هئا پر آئون پڙهڻ دوران ڄاڻندو ويس پئي تہ هيءَ ڪتاب بخاريءَ ۾ حديث موجود آهي ۽ هي ڪتاب مسلم وغيره جي حديث آهي عجب ڳالھ آهي جو مذهبي پيشوائن نبي سائين جي شان ۾ اهڙين حديثن جي ڪتاب نالي رنگيلا رسول لکڻ ڪري ان جي پبلشر راجپال کي واجب القتل قرار ڏيئي قتل ڪرايو سلمان رشديءَ جي خلاف مسلمانن جلوس ڪڍيا پتلا ساڙيا ۽ امام خميني قتل جي فتويٰ بہ ڏني ۽ قاتلن کي لنڊن موڪلي اتي رشدي کي قتل ڪرڻ جو حڪم بہ ڏنو آئون حيران آهيان تہ گستاخين ۽ گارين وارن ڪتابن منجهان حديثون نقل ڪرڻ جيڪڏهن ڏوھ آهي تہ اهڙن ڪتابن کي عربي مدرسن جي مذهبي نصاب تعليم ۾ شامل ڪري ادب سان پڙهڻ سبب آخرت جي نجات جو بہ عقيدو رکڻ اهو ڪيئن ثواب جو ڪم تي ويو؟ انهن حديثن جي عبارت ۽ متن ۾ گستاخين ۽ گارين وارو مواد مڪمل طرح سان موجود آهي حديثن گهڙيندڙ امامن ڄاڻي ٻجهي پنهنجي پوءِ ايندڙ يهودين مجوسين ۽ عيسائين بلڪ مسلمانن کي بہ هٿ وٺي نبي سائين جن جو گستاخ بنائڻ جي سازش ڪئي آهي.